سنڌ جي ذهين ۽ امير شخص، حشو ڪيولراماڻيءَ ورهاڱي سبب هند ۾ وڃي جيڪا تڪليف سٺي، اها دستاويزي صورت ۾ سنڌ کان اوجهل آهي، ڪن ڪتابن ۽ تاثرن ۾ سندس زندگيءَ جا عڪس ئي ملن ٿا.

اسان جي احترام لائق دوست مدد علي سنڌيءَ جو هي ڪتاب، حشوءَ بابت تفصيل مان لکيل پهريون ڪتاب ته آهي ئي پر شايد آخري ڪتاب به هجي. ڇاڪاڻ ته حشوءَ کي پرکيندڙ هيءُ آخري ليکڪ آهي، اڄ جي ليکڪ شايد سندس نالو به نه ٻڌو هجي.

مدد جو هيءُ ڪتاب سنڌ کي احساس ڏياريندو ته سندس هڪ عاشق اهڙو به هئو جيڪو سندس جدائي سهي نه سگهيو ۽ هڪ رات اونداهيءَ ۾ گم ٿي ويو.

**رکيل مورائي**

کي ماڻهو ڇاءِ - ڇم ڇام هوندا آهن. حشو ڪيولراماڻي به اهڙن ماڻڪن منجهان هو جنهن کي سنڌ توڙي هند جي دوستن پڏايو گهڻو پر افسوس نڀايو ڪنهن به نه. اسان وٽ، سنڌ ۾ هجي ها ته ڪيس ايترو مانُ ملي ها جيترو سندس علمي، ادبي ۽ نظرياتي قدر هو. سائين سوڀو گيانچنداڻي مثال آهي. اهڙن مها ماڻهن کي ائينءَ وڳاڻو ۽ حياتيءَ جي سڀي مان ڪڍي ڪونه ڇڏبو آهي. هند جي سڀني اديبن، دانشورن ۽ سنڌي سوسائٽيءَ تي ميار آهي ۽ رهندي.

تاريخ ۾ اسپين جي گهرو لڙائي دوران 1935ع ۾ اسپيني شاعر ۽ ڊراميٽسٽ، فيڊريڪو گارشيا به پنهنجي ملڪ جي خاطر، ائين وڳاڻو، رستن ۽ گهٽين ۾ ڳِٽار تي قومي گيت ڳائيندو رهندو هو. نيٺ سندس لاش ڪچري جي ڍير تي پيل نظر آيو. افسوس حشوءَ جو لاش اڄ ڏينهن تائين به هٿ ڪونه لڳو.

**غلام نبي مغل**

# حشو ڪيولراماڻي

## نہ وسرندڙ شخصيت

[ساروڻيون]

**مدد علي سنڌي**




ڪويتا پبليڪيشن

حيدرآباد۔ 2017ع

کويتا پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر-112

ڪتاب جو نالو: **حشُو ڪيولراماڻي**
ليکڪ: © مدد علي سنڌي
موضوع: ساروڻيون
پهريون ڇاپو: 2016ع
ٻيو ڇاپو (واڌاري سان): 2017ع
ٽائيٽل: ڪپتان ابڙو
ڪمپوزنگ: روهن مکواڻو
ڇپائيندڙ: ڪويتا پبليڪيشن، 9-ربي چيمبر،
حيدرچوڪ، حيدرآباد، سنڌ. فون: 2728541
ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز حيدرآباد، سنڌ
قيمت: 200 روپيا

اسٽاڪسٽ:
**حيدرآباد:** ڪويتا بُڪ شاپ، ذوالفقار بُڪ ڊپو، سنڌيڪا بُڪ هائوس، فڪشن هائوس، سنڌي ادبي بورڊ بُڪ اسٽال،
سنڌي لئنگئيج اٿارٽي بُڪ اسٽال فرينڊس بُڪ پوائنٽ، ڊفينس پلازه، ڪاشف بُڪ ڊپو حيدرچوڪ، ڪنگ پن بُڪ شاپ- پريس ڪلب
**ڪراچي:** ايس. اي بُوڪ ڪارنر (اردو بازار)، رائل بُڪ هائوس، توڪل اڪيڊمي اردو بازار، ثقافت کاتو بُڪ شاپ، ڪاڇياواڙ بُڪ اسٽور
**ڀٽ شاهه:** شاهه لطيف بوڪ اسٽال، درگاهه ڀٽ شاهه. **ميهڙ:** ساحر ڪتاب گهر (ڪوندي) 03468948535
سٽي پريس بُڪ شاپ، ثقافت کاتو بُڪ اسٽال، توڪل بُڪ ڊپو **سکر:** عزيز ڪتاب گهر، الفتح نيوز ايجنسي
**اسلام آباد:** سعيد بُڪ بئنڪ، **خيرپورميرس:** تهذيب نيوز ايجنسي، نيشنل بُڪ اسٽال، **ميرپور ماٿيلو:** هائوس آف ناولٽي،
**لاڙڪاڻو:** رابيل ڪتاب گهر، مهراڻ ڪتاب گهر سامهون سينا لان، **شڪارپور:** گل ڪتاب گهر، وسيم ڪتاب گهر
**دادو:** ممتاز بُڪ ڊيپو **مٺي:** ٿر ڪتاب گهر، **عمرڪوٽ:** العزيز بُڪ ڊيپو ٿر ڪتاب گهر،
**سانگهڙ:** المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، **بدين:** مرچومل بُڪ ڊيپو محمد هاشم بُڪ اسٽال- پريس ڪلب
**سڄاول:** سنڌ ڪتاب گهر، **ڏگهڙي:** اڪرام بُڪ ڊپو (03442930628)

ISBN: 978-969-9329-66-2
ISBN: 978-969-9329-71-5

**HASHOO KEVALRAMANI**
**Na Wisarandar Shakhsiyat**
**[Memoirs]**

*By © Madad Ali Sindhi*

First Edition: 2016
Title: Kaptan Abro
Composing & Printed by: Intel Communications,
Hyderchowk, Hyderabad. Tel: +92 22-2728541
Published by: Kavita Publication, 9-Rabi Chamber,
court road, Hyderchowk, Hyderabad-Sindh.
**www.kavitapublications.com**
email: mlmintel@yahoo.com
Price: Rs. 200-00

پنهنجي ساٿ ڏٽين

**علي انور هاليپوٽي، منظور احمد ميمڻ،**
**امتياز قاضي، سراج احمد جوکيي،**
**سيد شاهہ محمد شاهہ،**
**۽ علي اکبر هاليپوٽي**

جن جي نانءِ

- مدد علي سنڌي

## فهرست

# اداري پاران

انسان جي سراسري عمر 55 کان 60 سالن تي وڃي بيٺي آهي. انهي دوران هُن جي ٻاروتڻ ۽ تعليم حاصل ڪرڻ ۾ 25 سال ڪن لڳيو وڃن. باقي 30 سالن جي عملي زندگيءَ ۾ ڪير ڪيترو ڪم ڪري ٿو؟ ڇا هُو سماج لاءِ، پنهنجي پيشي لاءِ يا مڙيئي زندگي گذارڻ لاءِ وقت پاس ڪري ٿو؟ ان مان ڪي ڳاڻ ڳڻيا ماڻهو ئي سامهون اچن ٿا، جيڪي پنهنجي نالي ڪيڻ لاءِ نہ ٿا ڪن پر هُنن جو نالو پاڻ ئي نِکري نِروار ٿي بيهي ٿو. اهڙين شخصيتن مان حشو ڪيولراماڻي بہ هڪ هو.

حشُو ڪيولراماڻيءَ جو جنم پريا شهر ۾ ٿيو. فطري طور هو ننڍي وهيءَ کان ئي سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن جو عاشق هو. هن کي ڳوٺن جا نظارا لياتئيندا هئا. سنڌوءَ جي وهڪري کي وهندو ڏسي جڻ تہ هن ۾ سنڌوءَ جو ساهہ پئجي ويندو هو. هو سنڌوءَ جي ڇولين جو عروج ڏسي ڇڪو هو. ۽ ائين ئي هو بہ ڇولين جيتري سگهہ رکندڙ شخصيت بنجي پيو.

حشو مئٽرڪ جو امتحان سري لنڪا جي شهر ڪولمبو مان ڏنو ۽ پوءِ حشوءَ جي والدين، هُن کي اُن وقت جي ڇتاپيٽيءَ جي امتحان ICS پاس ڪرڻ لاءِ لنڊن موڪليو هو. جتي هن سان گڏ برِصغير جون اهم شخصيتون پڙهنديون هيون. هن جي ذهانت کي ڏسي اهي شخصيتون متاثر ٿيون. هُو آزاد سوچ هئڻ ڪري ICS جو امتحان اڌ ۾ ڇڏي واپس سنڌ موٽي آيو.

حشُو ڪيولراماڻي هڪ پڙهيو ڳڙهيو ذهين انسان هو. هُن دنيا جي ادب کي پڙهيو هو. هُو انگريزي ادب جو تہ خوب ڄاڻو هو. هُن کي سنڌ

سان بيحد پيار هو. هن سنڌ جي ماڻهن لاءِ سوچيو هو پر وقت ۽ حالتن مهلت نہ ڏني ۽ هُو ڌرتيءَ ڏِڪاٽو بڻجي تاريخ جو هڪ حصو ٿي پيو.

سائين مدد علي سنڌي، حشوءَ تي هيءُ ڪتابڙو لکي نہ صرف سنڌ جي ماڻهن لاءِ فخر لائق ڪم ڪيو آهي، پر دنيا ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهن جو بہ ڌيان ڇڪايو آهي تہ هُن جي آخر ۾ ڪيڏي نہ ڪسمپرسيءَ واري حالت رهي! ايڏي وڏي شخصيت جي پڇاڙي ڪيئن هڪ معمو بنجي وئي! آخر تائين هُن جي ڪابہ خبر نہ پئجي سگهي تہ آخر هُو ويو ڪيڏانهن!؟

"حشُو ڪيولراماڻي: نہ وسرندڙ شخصيت" لاءِ سائين موهن گيهاڻي مهاڳ لکي، پنهنجون يادون بہ شيئر ڪيون آهن. جنهن لاءِ اسين سندن شڪرگذار آهيون. سائين محمد ابراهيم جويي، معمر هوندي بہ پنهنجن قيمتي لفظن سان حشُوءَ جي اهميت کي اُجاگر ڪيو آهي. سائين شوڪت حسين شوري ۽ محترم رڪيل مورائيءَ بہ حشوءَ تي بہ اکر لکي تاريخ جي مؤرخن جو ڌيان ڇڪايو آهي، جنهن لاءِ ادارو سندن ٿورائتو آهي.

حيدرآباد، سنڌ — موهن مدهوش

14_مارچ، 2016ع

قلم تازو:

"حشُو ڪيولراماڻي: نہ وسرندڙ شخصيت" جي پهرئين ڇاپي اچڻ کان پوءِ اهم ماڻهن ان تي تبصرا شروع ڪري ڏنا ۽ اهو ڇاپو جلد ئي مارڪيٽ مان وڪرو ٿي ويو. پڙهندڙن پاران اڪثر فون ايندا رهندا هئا تہ ڪتاب ڪٿان ملندو!؟ ڪتاب مارڪيٽ مان ختم ٿيو تہ پوءِ ڪٿان ملندو! بهرحال تمام مختصر وقت ۾ اهو ڇاپو ختم ٿي ويو. آئون جيڪڏهن ائين چوان تہ. "سال 2016ع ۾ تيزيءَ سان وڪرو ٿيندڙ ڪتاب حشُوءَ جو هو" تہ وڌاءُ نہ ٿيندو. انهيءَ ڳالهہ کي مدِنظر رکندي ٻئي ڇاپي

جي تياري شروع ڪري ڏني. تنهن وچ ۾ ”ڪونج“ پاران حشُو جو ساڳيو ڪتاب ”حشو ڪيولراماڻي: نہ وسرندڙ شخصيت“ ٻيهر ڇاپي، حشُوءَ کي مهانتا ڏني. هن نئين ڇاپي ۾ حشوءَ واري ڪتاب بابت ڪيترن اديبن جا رايا هن ڇاپي ۾ شامل ڪيا ويا آهن. تہ جيئن سُڪل ريت ۾ حشوءَ جي نالي تي ٻيهر برسات پوي ۽ هُن جي ياد وري ڇهچ سائي ٿي وڃي. وڏي ڳالهہ تہ سڀني جا تاثرات پڙهڻ کان پوءِ تقريباً سڀني جا رايا common هئا تہ ”دل پرجي آئي ۽ روئڻهارڪو ٿي ويس“. هاڻ، ايڏي وڏي شخصيت جو قدر تہ قدرت حوالي آهي.

انهيءَ ڪتاب جو پڙاڏو جڏهن لنڊن جهڙي شهر ۾ پيو تہ، اتي رهندڙ سنڌي ادب جي ساهت پريمي ۽ مشهور سنڌي فلم ’هو جمالو‘ جي هيروئن مانواري ’گيتا راج‘ کي بہ ٻڌڻ ۾ آيو. هن ايس.ايم.ايس ذريعي ٻڌايو تہ ”حشوءَ جو اسان جي گهر ۾ اچڻ وڃڻ هو ۽ هن سنڌي ڪهاڻين جو انگريزيءَ ۾ ترجمو بہ اسان جي گهر ۾ ڪيو هو. جيڪو پوءِ Sindhi Short Stories جي نالي سان ڪتاب ٻڌرو ٿيو هو. ۽ پوءِ گيتا راج پنهنجو ليک بہ لکي موڪليو، جيڪو هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

ڪتاب جي آخر ۾ ضميمو بہ ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ سوڀي گيانچنداڻي ۽ هريش واسواڻيءَ جا مضمون شامل ڪيا ويا آهن. هريش واسواڻي ۽ سوڀو حشُوءَ کي چڱيءَ ريت ڄاڻندا هئا تہ هُو ڪيڏو وڏو ماڻهو هو! هاڻي هُن کي سڃاڻڻ واريون اهي ٻئي شخصيتون مالڪِ حقيقي سان وڃي مليون آهيون، پر هنن جا ليک تحريري صورت ۾ ”ڏارا“ مجموعي ۽ ’عوامي آواز‘ مان ملي ويا. اُنهن کي ٻئي ڇاپي ۾ شامل ڪيو ويو آهي، جيڪي پڙهندڙ جي وڌيڪ اُڃ اُجهائيندا.

سائين مدد علي سنڌيءَ هن ڇاپي ۾ واڌارا آڻي وڌيڪ اهميت پريو ڪيو آهي، اميد تہ هي ڇاپو بہ پنهنجي اهميت برقرار رکندو.

موهن مدهوش
30_مارچ، 2017ع

## هڪ غئبي شخصيت
## غيب جي ڪاهيءَ ۾ سمائجي ويئي...!

حشو ڪيولراماڻي ـ حشمت جو سردار، جگر وارو، سنڌيت جو مجنوُن. شهادت جو سهرو فقط انهن تي نہ ٻڌو ويندو آهي جي ديش لاءِ، آزاديءَ لاءِ يا انقلاب لاءِ جان جي آهوتي ڏيندا آهن پر شهادت جو مُڪٽ اُنهن ذهين شخصيتن کي پڻ پائڻ کپي جي پنهنجي قوم لاءِ، جاتيءَ لاءِ، پنهنجي سنسڪرتيءَ لاءِ جنون پالين ٿا.

هماليہ کان بہ اوچي شخصيت جو مالڪ، حشُو نہ فقط هندستان جي آزاديءَ جي هلچل ۾ اڳرو رهيو پر سنڌ ڇڏي اچڻ کان پوءِ هندستان ۾ سنڌيت کي بچائي رکڻ جي هلچل جي اڳواڻي ڪئي.

حشو نهرو پريوار جي ايترو تہ ويجهو هو جو هو نهرو جي پرائيم منسٽر بڻجڻ کان پوءِ ڪنهن بہ وقت، ڪنهن بہ اپائنمينٽ وٺڻ کان سواءِ نهروءَ جي گهر وڃي سگهندو هو. نهروءَ کان پوءِ هن جو ساڳيو رشتو اندرا گانڌيءَ سان بہ هلندو آيو. اندرا هن کي دادا ڪري ڪوٺيندي هئي.

حشُو اگر چاهي ها تہ آزاد ڀارت ۾ ڪنهن بہ وڏي عهدي تي ويهي عيش جي حياتي گذاري سگهي ها. پر هن سرڪار کان ڪو بہ فائدو نہ وٺي پنهنجي سنڌي جاتيءَ جي سنڌي ٻولي ۽ سنڌيت بچائڻ لاءِ سنڌين جي اڳواڻي ڪئي..

ممبئيءَ ۾ ترقي پسند هلچل شروع ٿيڻ کان هن جي اڳواڻيءَ هيٺ دهليءَ ۾ شروع ٿي چڪي هئي. وقت بہ وقت ممبئيءَ جي ترقي پسند اڳواڻ، گويند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ اُتم هن وٽ صلاح لاءِ ڊوڙي ويندا هئا.

سنڌي جاتيءَ جو درياگيہ چئبو جو اهڙي ايماندار سنڌيت جي اعليٰ شخصيت، عقل جي عقابر انسان جو نہ فقط سنڌس جيئري قدر ڪونہ ڪيو پر مُئي پڇاڻان بہ سنڌس ڪشمڪش، سنڌيت جي خذمت، پيار، جنون جو ذڪر بہ نہ ڪيو.

ڪيترا ورهيہ اڳ دهليءَ ۾ سنڌس گهر ٻنپهرن جي ماني کاڌيسين، سنڌس پتني ۽ هن جي ڌيءَ سان گڏياسين. بيحد لطف آيو. گرهستيءَ جي اُن مٺاچري جهلڪ مان ٿي لڳو تہ پريوار ۾ بہ حشوءَ کي همٿ افزائي نہ ملي. هو تہ مست انسان هو، وتائي فقير جيان سنڌس جيون هئي. گهر ٻار کي هلائڻ لاءِ تہ چانديءَ جا ڏوڪڙ لازمي آهن. پتنيءَ کي پتيءَ تي ڪيترو بہ فخر چونہ هجي، پر اُن فخر ۽ قوم جي شيوا سان چلهہ ۾ تانڊو تہ نہ ٻرندو. هو ڪنهن کان بہ ڪجهہ گهرندو ڪين هو.

دهلي ڇڏي ممبئيءَ آيو. شايد اهڙي آشا سان تہ سنڌس ڪي پراڻا متر سنڌس مدد ڪندا. روٽي ڪپڙا مڪان جو سوال هو پر ياخدا! ڪنهن کي بہ پنهنجن مسئلن کان پاسيرو ٿي اُن اَجگر جهڙي ديوار جو خيال ڪونہ آيو جا وقت جي ٿڦيڙن ۾ ڍهندي پئي ويئي...

هُو اسان جي گهر باندرا ۾ ڪافي وقت اچي ويهندو هو، آرام ڪندو هو، کاڌي وغيره ۾ شامل ٿيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ٻين ليکڪن

جي ٻه ڳڌجاڻي ٿيندي هئي جنهن ۾ موهن ڪلپنا، گنو سامتاڻي، گوبند مالهي ۽ ڪيرت ٻاٻاڻي هوندا هئا.

چوندب سنڌي ڪهاڻين جو مجموعو هن اسان جي گهر ۾ ويهي گڏجي تيار ڪيو هو جو هن انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپايو هو. ليڪڪن ڪي شايد وڏا وعظ ڪرڻ ڪان سواءِ ڪنهن جي شخصي جيون سان ڪو سروڪار ڪونه هو.

ڪتاب اجان نه ڏنو اٿم، نه پڙهيو اٿم پر پڪ اٿم ياءُ مدد علي، حشوءَ جي سمورين مشغولين ۽ خذمتن جو ذڪر ڪيو هوندو.

مان پاڻ ڪي ايترو قابل نه ٿي پايان جو هن شير دل جي شيوائن جو ذڪر ڪريان. پر دل ۾ هڪ وڏو زخم، ناسور جيان پيڙا ڏيئي رهيو آهي ته ڪيئن اسان، بي رحم، بي شاخ ٻڄي هڪ ذهين انسان کي زندگيءَ جي ڪنور امتحان ۾ اڪيلو لڙهڻ لاءِ ڇڏي ڏنو.

- گيتا راج

لنڊن،
16_مارچ، 2017ع

# ديو قد شخصيت ـ حشو ڪيولراماڻي

مهاڀارت ۾ هڪ ڪردار آهي ايڪ لويہ جو. هو زمين جو اصلوڪو رهواسي جهنگل ۾ رهندڙ آرين جي ذات پات جي ٻنڌڻن کان آزاد! هُن کي شوق ٿيو تيزاندازي سکڻ جو ۽ پانڊون ۽ ڪورون جي راجڪمارن کي تيراندازيءَ سيکارڻ لاءِ گُرو دروڻا آچاريہ کان وڌيڪ ماهر اُن وقت ٻيو ڪو ڪونہ هو. ايڪ لويہ کي پڻ هُن کان سکيا وٺڻي هئي. پر هو ڪو راجڪمار تہ نہ هو سو هُن جهنگل ۾ ئي دروڻا آچاريہ جو گاهہ جو پُتلو ناهيو ۽ اُن کان سکيا حاصل ڪئي ۽ دروڻا آچاريہ جي لاڏلي ۽ فخرلائق شاگرد ارجن کان پڻ گوءِ کٽي ويو. بس منهنجو حوالو آڪاٽيءَ جي شروعات ۾ ئي ختم ٿئي ٿو. آڪاٽيءَ ۾ اڳتي هلي ايڪ لويہ ڪيئن سياسي اٽڪل بازيءَ جو شڪار ٿيو تنهن سان منهنجو هتي ڪوبہ واسطو نہ آهي.

ڳالهيون ڪندي هڪ دفعو سوڀي گيانچنداڻيءَ، حشو ڪيولراماڻيءَ بابت ڳالهہ ڪندي ذڪر ڪيو تہ جڏهن حشو ڪيس پهرين ڏٺو تہ سندس زبان مان نڪري ويو ”هي تہ هڪ ناياب هيرو مٽيءَ ۾ پيو آهي.“ پوءِ حشو ڪيولراماڻيءَ هُن ناياب هيري کي تراشيو ۽ سوڀو گيانچنداڻي ڪيترن ئي پيڙهين لاءِ اُتساهہ جو سرچشمو بڻيو ۽ ترقي پسند سوچ جو ادارو ۽

روشن منار بڻيو اها تہ عالم آشڪار ڳالھ آهي. هن لحاظ کان سنڌ ۾ حشو ڪيولراماڻيءَ جو پهريون شاگرد جيڪڏهن سوبو گيانچنداڻي ڳڻي سگهجي ٿو. تہ مان حشو ڪيولراماڻيءَ جي جاڻ کان سواءِ سندس بي ترتيب ليڪچرن جي نچوڙ سبب ايڪ لوبہ جيان پاڻ کي سندس آخرين شاگرد طور مڃيندو آهيان. ڪيرت باباڻي منهنجو اُستاد هو ۽ شروعاتي ادبي تربيت بہ هُن کان حاصل ٿي. سنڌ کي ياد ڪندي ڪيترا پيرا سوبي گيانچنداڻي ۽ حشو ڪيولراماڻيءَ جو ذڪر گڏ ڪندو هو. ايئن حشو ڪيولراماڻيءَ جي نالي سان مان واقف ٿيس. تاثر اهو ئي حاصل ڪيم تہ هو وڏو مُفڪر آهي. جو لنڊن مان پڙهي، مارڪسوادي فيلسوفي کان متاثر ٿي سنڌ ۾ سياسي ڪم ڪرڻ لاءِ آيو هو ۽ هُن شاگردن جي هلچل ۾ گرم ڏر (Radical) عناصرن کي سماجواد ۽ ڪميونواد جي رستي طرف نيو هو. ڪيترن ئي شخصن جون ڳالهيون ٿينديون هيون. محمد ابراهيم جويو، شيخ اياز، جي.ايم.سيد ۽ حيدر بخش جتوئي بابت ذڪر ٿيندو هو.

1956ع ڊسمبر ۾ جڏهن منهنجي عمر 19_18 سال هئي تہ سنڌي اديبن جي ڊيليگيشن سان گڏ هڪ ڊيليگيٽ ليڊر مان پڻ پهرين ايشيائي ليکڪ ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿي ويس، جا اُن وقت تيار ٿيل وگيان ڀون ۾ ٿي هئي. اُتي پهريون دفعو روبرو حشو ڪيولراماڻيءَ کي ڏسڻ جو موقعو مليو ۽ جاڻ پيئي تہ هو دهليءَ ۾ هندستان ٽائيمس اخبار ۾ Pakistan X-Ray نالي ڪالم لکندو آهي ۽ هندستان جو مشهور انگريزي اخبار نويس آهي. هن جي ڪالم جو ڪتاب پڻ ڇپجي چُڪو هو جنهن ڪافي مقبوليت حاصل ڪئي آهي. هُن انگلينڊ ۾ هندستان جي آزاديءَ جي لڙائيءَ ۾ شاگردن پاران 'انڊين مجلس' سنسٿا ٺاهي هئي ۽ اُن جو صدر پڻ رهيو هو. جڏهن ڪرشنامينن انڊين ليگ جو صدر هو. 'انڊين مجلس' انڊيا گيٽ جي شاگردن جي فرنٽ آرگنائيزيشن هئي. ڪنهن وقت اندرا گانڌيءَ پڻ انڊيا مجلس ۾ والنٽيئر طور ڪم ڪيو هو ۽ ائين حشو ڪيولراماڻيءَ جي وقت جي ليڊرن مان ڏيٺ ويٺ هئي.

شخصي زندگيءَ ۾ ڪنهن وقت هو جنهن ڇوڪريءَ کي چاهيندو هو اُن وقت شادي ڪري نہ سگهيو پر ورهاڱي بعد جڏهن هو

وڏوا ٿي ويئي ۽ ٻن نياڻين جي ماءُ ٿئي. اُن سان هُن شادي ڪري گهر وسايو هو ۽ کين هڪ پُٽ پڻ هو جنهن جو نالو ’گُل‘ هو. اُن ٻاروهت منڊ ٻار جي چٽاپيٽيءَ ۾ جواهر لعل نهرو پاران انعام پڻ حاصل ڪيو هو.

منهنجي ٻين ملاقات 1959ع ۾ بمبئي سميلن وقت ٿي هئي. اُن موقع تي هو سنڌي ڪهاڻين جي انگريزي ترجمي جو مجموعو ”سنڌي شارٽ اسٽوريز“ ڪڍي آيو هو جنهن جو مهورت پروفيسر هُمايون ڪبير کان ڪرايو ويو جو جواهر لعل نهرو جي ڪئبينيٽ ۾ وزير هو ۽ مولانا عبدالڪلام آزاد جو ساڄو هٿ مڃيو ويندو هو. هن ڪتاب جي نقادن ڪافي ساراهه ڪئي. هڪ نقاد تہ اهو پڻ لکيو ”ڌرتيءَ ڌڪاڻن جلاوطني ۽ وڳينڊڙ جياپي جي جدوجهد جي دوران هُنن بهادر نوجوان ليکڪن کي مبارڪون ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي، جيڪي اهڙو اُتساهه ڪندڙ ادب پيدا ڪري رهيا آهن. هن ڪتاب جي تور سونَ ۾ تيڻ لائق آهي.“ اهڙن راين کان اُتساهت ٿي هُن اڳتي هلي ٻيون وڏايل ڊيلڪس ايڊيشن ظاهر ڪيو جنهن ۾ منهنجي ڪهاڻي ”بادشاهه سلامت“ ”His majesty the King“ نالي سان ترجمو ڪري شايع ڪيائين. ڪيس نوجوان سنڌي ليکڪن تي ڪافي ناز هوندو هو.

1961ع ۾ ڀوپال ۾ آيل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا جو سميلن ٿيو. هن تقرير ڪئي. اُن وقت سنڌي ٻوليءَ کي ڀارت جي ائين شيڊيول ۾ داخل ڪرائڻ جي جدوجهد عروج تي هئي ۽ هلچل کي اڳتي وڌائڻ جي جدا جدا طريقن تي بحث پئي ٿيو. هن پنهنجي تقرير ۾ چيو ”اسان کي رواجي مظاهرن ۾ گهُرن ڪرڻ جي طريقي ۾ بدلاءُ آڻڻ گهرجي. اڄ ڏينهن تائين جيڪي مطالبا ٿيا آهن تن ۾ زور، زبردستي ۽ طاقت جو استعمال ٿيو آهي. لوڪشاهي جو سرشتو هڪ ٻئي سان ٻيهي اڳلي کي پنهنجي گهُر جي جائزگي سمجهائڻ جو آهي. اسان جي گهُرج جائز آهي. اُها سنڌي جاتيءَ سان انصاف جي گهُر آهي. پوءِ ڇو نہ اسان لوڪشاهيءَ ۾ گهُرون مڃائڻ جو هڪ نئون رستو اختيار ڪريون. سنڌ جي ثقافت زور زبردستيءَ ۾ وشواس نٿي رکي. اسان عالمي ڀائيچاري ۽ دوستيءَ جا علمبردار آهيون. اسان ڪنهن کي ڊيڄاري ڪري پنهنجون گهُرون قبول ڪرڻ لاءِ مجبور

نہ ڪنداسين. اسان پارليامينٽ جي ميمبرن وٽ سنڌي حلوو ڪٽي ويندا سين، سندن وات منو ڪرائيندا سين ۽ پنهنجا دليل پيش ڪري پنهنجي گهُرج پوري ڪرائيندا سين. اهڙي نموني لوڪشاهيءَ ۾ جدوجهد جو هڪ انوکو مثال. هڪ نئون رستو پيش ڪنداسين.“

هن رٿ جي پنيرائي ۾ مون نهراءُ پيش ڪيو جو يڪراءِ بحال ڪيو ويو. اُن موقعي تي حشو ۽ مون کي واڌايون ڏنيون ۽ اسان جي دستوري ڏيٺ ويٺ شروع ٿي.

اوڻويهہ سو ستر جي ڏهاڪي ۾ گهرو اٿبٽت ڪري حشو بمبئي پهچي ويو. اُن دوران هو هڪ نفسياتي مونجهاري جو شڪار ٿي چُڪو هو. اسان کي اُن وقت ايتري ٻوجهہ ڪونہ هئي ۽ نہ ئي نفسياتي معاملن جي ماهرن بابت ڪا ڄاڻ هئي. اسان جي شناس اُن وقت محدود هئي، اسان هن جي حالت کي برابر پروڙي نہ سگهياسين. هاڻي ٿي ڄاڻ پوي تہ هن بيماريءَ کي Paronia چوندا آهن. هن بيماريءَ جو سبب اندروني چڪتاڻ، ذهني دٻاءُ، مايوسي ۽ چنتا ٿيندا آهن. هن حالت ۾ مبتلا شخص پاڻ کي هر طرفان خوفزدو سمجهندو آهي. ائين ڀائيندو آهي تہ سندس دشمن هر طرف ڦهليل آهن، تنهنڪري هر ڪنهن کي شڪ جي نظر سان ڏسندو آهي ۽ ڪين پاڻ بابت اهميت جا ڀرم ۽ ڀولا ٿيندا آهن. اهو هڪ ڪامپليڪس آهي، جيڪو تضادي وهنوار مان ظاهر ٿيندو آهي. ائين اسان حشُو ڪيولراماڻي جيئن سُڃاڻندا هئاسين. اُهو حُشو اسان وڃائي ڇڏيو. حشوءَ بابت ڳالهائيندي ڪيرت ٻاٻاڻيءَ افسوس سان چيو ”پنهنجي زمين نہ هئڻ ڪري، اسان جي سماج حشوءَ جهڙي انسان کي سنڀالي نہ سگهي.“

هو اُلهاسنگر ۾ رهڻ لڳو هو. منهنجو گهر سيان ۽ وِي ٽي طرف ويندڙ لوڪل ٽرين جي رستي تي ئي هوندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن حشو اوچتو اچي پرگهٽ ٿيندو. شروع ۾ سندس حالت ڏسڻ لائق هوندي هئي. آهستي آهستي اُها بدتر ٿيندي وئي. اچڻ شرط چوندو ”هتان لنگهيس پئي، دل ٿي توسان ڪجهہ وقت گذجي وڃان. مان صرف توکي پنج منٽ ئي ڏيئي سگهندس. مون وٽ وڌيڪ وقت بلڪل نہ آهي. جلد هليو

ويندس." پوءِ سندس يڪ ڪلامي شروع ٿيندي جا اٽڪل ٻن ڪلاڪن تائين هلندي، جنهن وچ ۾ چانهن جا دور بہ هلندا رهندا ۽ مانيءَ جي وقت ماني، روٽي پڻ ٿي ويندي. وڃڻ کان اڳ چوندو "ڪجھ پئسا ڏيئي ڇڏ."

ونڻ بعد چوندو "مان حساب رکان ٿو. توکي سڀ واپس ڪندس، صرف منهنجو ڪتاب ڇپجڻ ڏي"

مون هن کي پنهنجو گُرو ڪري ليکيو آهي. هن بي ترتيب، بنا منطقي سلسلي جي ڪلاڪن جي ڪلاڪن يڪ بيانيءَ جي بيخوديءَ ۾ جهٽيل ڪن لفظن کي ڪٽي هڪ سلسلو ڏنو ۽ مون ذهني طور پاڻ کي تمام مٿانهين سطح تي محسوس ڪيو ۽ منهنجو سياسي شعور وڌي ويو. اُن لحاظ کان مون پاڻ کي حشو ڪيولراماڻيءَ کي پنهنجي استاد طور مڃيو.

حشو بين الاقوامي سياست جي پيچيگدين ۽ اندروني گهٽن ئي تهن جو ڄاڻو هو ۽ سندس سياسي ڇيد تُز هوندو هو. مُلڪن جي سياسي رشتن جي بنيادن جي ڪيس خُوب ڄاڻ هئي. هن جي ڪلاڪن جي وقت بہ وقت ليڪچر ٻڌندي مون ڪي لفظ جهٽيا ۽ اُنهن کي ڪنهن حد تائين سلسلو ڏئي سگهيس، جن جو مختصر ۾ نقطن جي لحاظ کان هيٺ ذڪر ڪري سگهجي ٿو:

(1) بين الاقوامي سياسي نظام جاگرافيائي، سياسي طاقت (Geo Political) جي مساوات (Equation) تي ٻڌل آهي. اُن مساوات ۾ هر ڪنهن مُلڪ کي ڪو مخصوص وزن مليل ٿئي ٿو جنهن ۾ مُلڪ جي جاگرافيءَ جي بيهڪ، عوام جو انداز مُلڪ جا وسيلا ۽ طاقت جنهن ۾ فوجي طاقت کي اوليت ٿيندي آهي، جا وري اقتصادي (آرٿڪ) طاقت ۽ اُن ۾ ترقي، پنهنجا دوست ۽ دُشمن ملڪ اُهي سڀ اهم رول ادا ڪندا آهن. ٿڌي جنگ جي دوران ڪهڙو مُلڪ ڪهڙي بلاڪ سان شامل آهي، اهو پڻ هڪ اهم سبب بڻبو آهي. اها عالمي مُساوات سدائين مُتحرڪ رهندي آهي، ڇاڪاڻ جو هر ملڪ هن مساوات ۾ پنهنجو وزن وڌائڻ چاهيندو آهي ۽

پنهنجي تصور ڪيل دشمني ۾ گهٽتائڻ چاهيندو آهي. هن صورتحال ۾ مُلڪن جي وچ ۾ جدا جدا سطحن تي ڪي ميلاپ جا ۽ وري ڪي چٽاڀيٽي ۽ تعاون جا مرڪز پيدا ٿيندا آهن. سرشتي ۾ ايتري لچڪ هئڻ لازمي آهي جو اُهي بئي تضادي عنصر پنهنجي ليکي جو ميزان حاصل ڪندا رهن. پر اها ڳالهه نه وسارڻ گهرجي تہ "ميزان" صرف ۽ وقتي نُقطو ٿيندو آهي. شديد اختلاف ۽ جنگ جي دوران پڻ بن دشمنن جي وچ ۾ عام جي اکين کان لڪل نموني ڳالهه ٻولهه جا ذريعا قائم رهندا آهن. جنهن کي Track-2 ڊپلوميسي چيو ويندو آهي. ٿڌي جنگ هلندي آمريڪا ۽ سوويت يونين جا ڪي عيوضي يورپ جي ڪنهن شهر (هاڻي مون کي نالو ياد نٿو اچي) روز رات جو ماني گڏ کائيندا آهن ۽ ائين ڳالهه ٻولهه جو سلسلو جاري رهندو آهي (اڳتي هلي ڪسنجر جو چين وڃڻ ۽ آمريڪا ۽ سوويت يونين جي صدرن جي ملاقات حشوءَ جي هن بيان کي ثابت ڪيو).

(2) اقتدار (طاقت) کي هڪ پنهنجي مخصوص اڏاوت هوندي آهي جا پئرامڊ جي ٽڪنڊي جيان ٿيندي آهي. هيٺ بنياد ويڪرو ٿيندو آهي ۽ مٿي چوٽي نهايت ننڍي هڪ ٻريءَ وانگر. هڪ وڏي اڏاوت (پئرامڊ) ۾ جدا جدا سطحن تي ڪيترن ئي اهڙين ننڍين اڏاوتن (پئرامڊس) جون ايڪايون هونديون آهن. فئملي سماج جي ننڍي اڏاوت آهي جنهن ۾ پڻ طاقت جو سرشتو قائم رهندو آهي. ائين طاقت جون اڏاوتون ڪيترن مخالف سطحن تي ٿينديون آهن. طاقت بنياد کان مٿي چوٽيءَ تي ويندي آهي ۽ وري مٿي چوٽي تان هيٺ لهڻ شروع ڪندي آهي ۽ آخر ڪيتريون منزلون طئہ ڪندي مصر ڪنهن سب اسٽرڪچر (Sub-structure) سان طاقت جي ڏي وٺ جو سرشتو قائم ڪندي آهي. طاقت جا گهڻائي روپ ٿيندا آهن. عوام جي پورهئي جي طاقت

اقتصادي مشين هلائيندي آهي جنهن مان فوجي ۽ پوءِ
سياسي طاقت پيدا ٿيندي. سياسي طاقت ظاهر ٿيندي آهي.
جڏهن ته عوام جي اخلاقي طاقت سدائين لڪل رهندي
آهي. اهي سڀ طاقتون هڪ ٻئي ۾ بدلجي سگهن ٿيون.
جيئن اقتصادي طاقت، فوجي طاقت ٿيو پوي ۽ فوجي طاقت
سياسي طاقت. تاريخ ۾ سياسي طاقت کي پنهنجي جائزگيءَ
جو اظهار ڪرڻ لاءِ اخلاقي طاقت کي پڻ ڪم آڻڻو پوندو
آهي، تنهنڪري اڪثر حڪمرانن مذهبي طاقت جو
استعمال ڪيو آهي ۽ تاريخ ۾ سياسي طاقت ۽ مذهبي
طاقت پاڻ ۾ ساٿاري بڻيا آهن پر هر طاقت جو سياءُ ڏاڍ جو
ٿيندو آهي.

(3) ڊپلوميسي State Craft (اسٽيٽ ڪرافٽ) جو حصو آهي.
جنگ ۽ ڊپلوميسي هڪ حصي جا ٻه پاسا آهن. ڏرڏيهي ناتا
۽ پاليسي ڪنهن آدرش تي نه پر عوام جي يا حاڪم جي
فائدي بي بنياد تي ٻڌل ٿيندا آهن. آدرش جون ڳالهيون
صرف عوام جي اخلاقي طاقت حاصل ڪرڻ لاءِ (Public
consumption) لاءِ ٿينديون آهن. اُهي آدرش نسبتي سياسي
زمين تي غائب هوندا آهن. Posturing-tactics strategy اهي
ڊپلوميسيءَ جا انگ (حصا) ٿيندا آهن. جيئن ڪو پهلوان
آکيري ۾ ملهه ڪرڻ کان اڳ پنهنجا الڳ الڳ نمونا
پنهنجي سريري طاقت جو مظاهرو ڪندو آهي. سياست ۾
پڻ اهڙو ڏيک ٿيندو آهي جنهن کي Posturing چئي سگهجي
ٿو. جنگ ۾ وقتي پُٺتي هٽي دشمن کي گهمراهه ڪري، بعد ۾
ٻئي طاقت سان حملو ڪري کيس مات ڪرڻ ۾ Tactis ۽
Strategy ٻئي سمايل ٿيندا آهن. هتي وقتي واپس ورڻ Tactis
آهي ۽ آخر ۾ سوڀ حاصل ڪرڻ حڪمت عملي (Strategy)
آهي، چاڻڪيه جنهن ٻه هزار سال اڳ سياست تي

ڪتاب ”ارٿ شاستر“ لکيو. زميني سياست ساڳي ٿي ٿيندي رهي آهي، ان ۾ انسان ۾ ڪوبہ سُڌارو يا واڌارو ڪونہ آيو آهي.

اهڙو سياسي مُفڪر، جو ڪنهن مُلڪ جي سربراهہ جو ساٿي هئڻ جي لائق هو. UNO ۾ هن جي موجودگي ڪنهن بہ ملڪ لاءِ فخر جو باعث ٿئي ها. پر هُن وٽ ملڪ تہ ڇا، پيرن هيٺان هڪ انچ زمين بہ نہ رهي. پوءِ اهڙيءَ حالت ۾ هو ذهني ميزان ڪيئن ٿي قائم رکي سگهيو!

حشُو کي سنڌ سان اٿاهہ پيار هو. هو سدائين چوندو هو تہ جڏهن ٻار پيدا ٿيندو آهي تہ ماءُ جي پيٽ ۾ هنْ سان گڏ اوُر (Placenta) پڻ پيدا ٿيندي آهي. اُها اوُر حقيقت ۾ ٻار جي جاڙي (twin) هوندي آهي. روايت موجب ويم بعد اُها اوُر آڱنڌ جي چانئٺ تي پوري ويندي آهي. اُن اوُر جي ڇر انسان کي سدائين اُن چانئٺ تي ڪوئيندي رهندي آهي، اهو ئي پنهنجي گهر جي مٽيءَ سان پيار جو سبب بڻبو آهي. ڪيس سنڌ کان زوريءَ نيڪالي ڏني ويئي. پوءِ بہ هن جي من ۾ وطن ورڻ جو ارادو قائم هو. هُن هتي هندستان ۾ پنهنجي زندگيءَ جو هڪ عارضي باب پئي لکيو ۽ هتي پنهنجا پير مضبوطيءَ سان کوڙي نہ سگهيو. هُن جو اهو اٽل وشواس هو تہ دنيا کي صرف سنڌ جو صوفي خيال ئي بچائي سگهندو. سياست سدائين انسان کي ويڙهائي پاڻ پئي ورسايو آهي. سياست زور زبردستي ۽ ڏاڍ آهي. پر انسانيت جا مسئلا تڏهن حل ٿيندا جڏهن زندگيءَ جو ڦيٿو نياءُ، عمل ۽ ايڪي تي هلندو. جيڪي صوفي فيلسوفيءَ جا بُنياد آهن اُنهن بُنيادن کي ڪٺي ڪا فيلسوفي، ڪا سياسي سوچ هڪ نئين امتزاج (Idem) نئين سائنسي سلي ملي سلسلي مان ايرندي، اُن مان ئي انسان ذات کي هن ئي ڌرتيءَ کي بهشت بڻائڻ جو موقعو ملندو. هتي مان شيخ اياز جو هن ڪتاب ۾ ڏنل حوالو ڏهرايان ٿو:

”مان جڏهن بہ حشوءَ بابت سوچيندو آهيان تڏهن اٿين نظر ايندو آهي تہ مٽيءَ جي ڍير ۾ ڪا سُرنگهہ آهي ۽ اُن جي مٽيءَ ۾ سنڌ جون روايتون ليٽڙيون پيون آهن ۽ هو مومل جي ماڳ اوتيءَ کي لتاڙيندو وڃي

رهيو آهي. هُن کي ويندو ڏسي مان ٻوڙ پائيندو آهيان، تہ هن جي پاند کي پڪڙيان، روئان ۽ ليڙاٽيون ڪريان ۽ هُن کان پنهنجو عظيم گناهہ بخشايان پر سُرنگهہ جو در مون لاءِ بند ٿي ويندو آهي ۽ حشو موٽي نہ سگهندو آهي."

منهنجا پياءُ اياز! منهنجو اهو وشواس آهي تہ دروازا ٿيندا ئي کُلڻ ۽ بند ٿيڻ لاءِ آهن. جي دروازا سدائين بند رهندا آهن وقت آخر اُنهن کي ٽوڙي ڇڏيندو آهي. سُرنگهہ سدائين بہ مُنهين ٿيندي آهي. عارضي طور سُرنگهہ جي ٻئي پار جي روشني پل ڏسڻ ۾ نہ اچي پر روشني هوندي ضرور آهي.

مان هن منزل تي حشوءَ سان پنهنجي آخري ملاقات جو ذڪر ڪرڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان. سيان مان لڏي جا انڌيريءَ ۾ اچي رهيس. حشوءَ منهنجي اُها ائڊريس پڻ حاصل ڪري ورتي، ڪاروبار ۾ سڀ وڃائڻ بعد مون دبئي وڃي نوڪري ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو. اُها رات مون لاءِ گهر ۾ ٻاهر اُسهڻ کان اڳ آخرين رات هئي. حشو مون وٽ آيو هو. ماني کائڻ بعد مان کيس سوسائٽيءَ جي دروازي تائين ڇڏڻ ويس، اڳتي گهٽيءَ ۾ بلب مان روشني اچي رهي هئي. هن جا قدم روشني طرف وڌندا ويا ۽ اُن جو پاڇو وڏو ٿيندو ويو ۽ آخر مون پاڻ کي اُن پاڇي اندر سمايل پاتيو.

اهڙا شخص اڪثر تاريخ جي پردي پُٺيان گمناميءَ جي عالم ۾ هليا ويندا آهن. مان جناب مدد علي سنڌيءَ کي مبارڪون ٿو ڏيان تہ هُن حشو ڪيولراماڻيءَ جهڙي مهان شخصيت تي ڪتاب لکي، هڪ تاريخي دستاويز تيار ڪيو آهي ۽ حشو ڪيولراماڻيءَ کي گمناميءَ جي پردي پٺيان داخل ٿي وڃڻ کان بچايو آهي. حشوءَ جي زندگي ايندڙ پيڙهين کي اُتساهت ڪندي رهندي، اها پڪ اٿم.

ـ موهن گيهاڻي

ڀوپال،

31ـ جنوري 2016ع

# پيش لفظ

آءٌ هن وقت زندگيءَ جا هڪ سؤ سال پورا ڪري چڪو آهيان. What a journey! سنڌ ۾ منهنجو جڻ هڪ صديءَ جو سفر آهي، جيڪو اڃي پورو ٿيو. انهي سڄي سفر دؤران مون ڪيترائي لاها چاڙها ڏٺا آهن. مون سنڌ، سنڌي ماڻهن سان تمام گهڻو پيار ڪيو آهي ۽ سنڌي ماڻهن بہ مونکي تمام گهڻو مان ڏنو آهي، جنهن لاءِ مان سندن ٿورائتو آهيان. مون پنهنجي سڄي ڄمار ڪوڙ سان مهاڏو اٽڪايو آهي ۽ سچ جي حاصلات لاءِ پاڻ پتوڙيو آهي. انهي عادت جي ڪري مون کي گهڻو ڪجھ ڀوڳڻو بہ پيو آهي پر حق جي راهہ ۾ انهي ڀوڳنا جي ڪابہ معنيٰ نہ آهي. منهنجا ڪيترائي ساٿي اڄ مون کان وڇڙي چڪا آهن. جيڪي مون سان هر ڏک سُک ۾ گڏ رهيا. توڙي جو مونکي هردم ائين لڳندو آهي تہ منهنجا اُهي هردلعزيز ساٿي هن وقت بہ مون سان گڏ آهن. پنهنجن آدرشن، پنهنجي پورهئي ۽ لکڻين جي صورت ۾، پوءِ بہ ڪڏهن مونکي انهن جي ياد ڏاڍو ستائيندي آهي.

سچڻ مدد علي سنڌي مون ڏانهن سندس حشُو ڪيولراماڻي تي لکيل ڪتاب جو مسودو ڏياري موڪليو آهي. جيڪو پڙهي منهنجون اکيون پرجي آيون آهن. ڇڻ منهنجا زخم وري تازا ٿي ويا آهن.

منهنجي زندگيءَ جي سفر ۾ جن عظيم انسانن جو ساٿ مون لاءِ فخر جوڳو ۽ اُتساهه وارو رهيو آهي، حشو ڪيولراماڻيءَ جو نالو به انهن مان هڪ آهي.

آءٌ پاڻ کي ڀاڳوند ٿو سمجهان جو سائين جي ايم سيد، حيدر بخش جتوئي، سوڀو گيانچنداڻي، شيخ اياز ۽ حشُو ڪيولراماڻيءَ جهڙا سنڌ جا انمول هيرا منهنجي سنبنڌ ۾ رهيا. مون جيڪو هڪ آزاد، خوشحال ۽ انصاف پرئي سنڌي سماج جو سپنو ڏٺو هو ان ۾اهي ماڻهو به مون سان گڏ هُيا. اسان سڀني سنڌي سماج کي وڏيرپ، سڄورپ ۽ ڪامورپ جهڙي ويائن کان آجو ڪرائڻ لاءِ وس آهر ڪوششون ڪيون، تہ جيئن سنڌي سماَج هڪ روشن خيال عقل تي آڌاريندڙ ۽ دنيا جي جديد سماج سان ڪُلهو ڪُلهي سان ملائي بيهي.

منهنجي سؤ سالن جي زندگيءَ ۾ ورهاڱي جهڙي الميي کي آءٌ ڪڏهن بہ وساري نہ سگهيو آهيان. ورهاڱي جي ڪري سنڌ کي وڏو نقصان پهتو. اسان جا ڪيترائي اديب، شاعر ۽ عالم هتان هليا ويا. حشُو ڪيولراماڻي کي بہ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ زبردستي سنڌ مان جلاوطن ڪيو ويو ۽ اهو تاريخ ۾ هڪ وڏو الميو سڏبو. حشوءَ جي وڃڻ کان پوءِ اسين سڀ دوست خاص طور تي سائين جي ايم سيد، شيخ اياز، سوڀو گيانچنداڻي ۽ آءٌ ڏاڍو اُداس ٿي پيا هئاسين. حشو نہ فقط اسان جو دوست هو پر اسانجي آدرشي ۽ اڻ ٿڪ جدوجهد جو حصو بہ هو. هن جو وڃڻ اسان جو ۽ سڄي سنڌ جي مظلوم ماڻهن جو وڏو نقصان هو. ان ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ حشو سنڌ جو جينيئس هو. هن وٽ ڪمال جو مطالعو هو. هن جي سوچ ترقي پسند ۽ انقلابي هئي. وڏي ڳالهہ تہ هو هڪ عملي ماڻهو هو. سنڌ ۾ هن جي جدوجهد ان ڳالهہ جو وڏو ثبوت آهي. سنڌ ڌرتيءَ سان هن جو لازوال عشق هو. اهو انهيءَ عشق جو ئي نتيجو هو جو هو هتي

سنڌ ۾ توڙي سنڌ کان ٻاهر ڪڏهن به سک ۽ چين سان نہ ويٺو. هُن جو مون سان تمام ويجهو سنبنڌ هو. هو اڪثر هندستان مان مونکي خط لکندو هو ۽ آءُ به کيس مهراڻ جا پرچا ۽ ٻيا ڪتاب موڪلي ڏيندو هئس. هن سچي انقلابي پنهنجي ذات جي لاءِ گهٽ ئي سوچيو. اهو تاريخ جو سچ آهي تہ پنهنجي ڌرتي ۽ پنهنجن ماڻهن کان وڇڙڻ جو ڏک، هُو برداشت ڪري ڪونہ سگهيو. جلاوطنيءَ جي عذاب هن کي جام پيڙا ڏني، جنهن جو هن ڪتاب ۾ بہ ذڪر آهي. سندس عُمر جي آخري دؤر ۾ جيڪو عذاب هن سٺو انهيءَ جو احساس ئي جيءَ کي جنجهوڙڻ لئہ ڪافي آهي.

حشو سنڌ جي تاريخ جو اُهو باب آهي جيڪو ڪڏهن بہ وسرڻ جهڙو ناهي. هي باب گمنام رهجي وڃي ها، جيڪڏهن انهيءَ کي مدد علي سنڌي ايڏي چاهہ پرئي پورهئي ۽ محنت سان عوام جي اڳيان نہ آڻي ها. مدد علي جي حشوءَ سان اُنسيت ۽ سندس باري ۾ تحقيق ڪري، حشو جي زندگيءَ جي مختلف پاسن کي اُجاگر ڪرڻ تحسين لائق آهي. آءُ ساڻي مدد علي کي جَس ڏيان ٿو جنهن سنڌ جي هڪ انقلابي پُٽ جي ڪهاڻي اسان کي تفصيل سان ٻڌائي آهي.

**ـ محمد ابراهيم جويو**

41-A، صحافي ڪالوني،
حيدرآباد، سنڌ
13_مارچ، 2016ع

## ٻہ اکر

ورهاڱو مها پرلئہ (وڏي ٻوڏ) هو جنهن سنڌ ۾ سڀ ڪجهہ ٻوڙي لوڙهي ڇڏيو. ان مها پرلئہ ۾ اسان ڇا ڇا نہ وڃايو! اسان حشوءَ جهڙو جينيئس ماڻهو وڃايو جيڪو سنڌ جو ذهن هو سنڌ جو شعور هو جنهن هڪ اهڙي نئين سنڌ اڏڻ جا سپنا ڏٺا هئا جيڪا هر ڏاڍ، جبر، تنگدلي ۽ انتهاپسنديءَ کان آجي، خوشحالي ۽ سُکي ستابي سنڌ هئي. حشو جي ذهانت، هن جي مطالعي جو سنڌ ۾ ڪوبہ مَٽ ڪونہ هو. پر تاريخ جو ڪيڏو وڏو ظلم آهي، سنڌ جي هن عظيم شخص کي وقت جي لٽ ۾ لتي ڇڏيو ۽ اڄ جو نوجوان حشوءَ جي نالي کان اڻڄاڻ آهي.

يوناني ميٿالاجيءَ جو هر مُک ڪردار بيمثال ڪارناما ڪري پڇاڙيءَ ۾ المناڪ پڄاڻيءَ تي پهچي ٿو. حشو ڪو ڏندڪٿائي ڪردار نہ هو پر ذهانت جي هن سنڌي ديوتا جي بہ پڄاڻي انتهائي المناڪ ٿي - ڪا خبر ناهي تہ هو ڪيڏانهن ڪيئن ڪٿي هميشہ لاءِ هليو ويو.

جي.ايم.سيد جيڪو حشوءَ جي ذهانت کان تمام گهڻو متاثر هو. پنهنجي ڪتاب ”جنب گذاريم جن سين“ ۾ ڪجهہ احوال لکيو آهي. شيخ اياز ۽ سوڀي گيانچنداڻي بہ حشوءَ جو ٿورو گهڻو ذڪر ڪيو آهي، پر مدد علي سنڌيءَ حشو تي جنهن محبت ۽ انتهائي دردمندي سان هي تفصيلي ليک لکيو آهي، تنهن تاريخ جي لٽ ۾ لتيل حشو جي مهانتا کي صدق دلي سان صاف ۽ اُجرو ڪري ڇڏيو آهي. جن بہ خوش نصيب ماڻهن کي حشو جي صحبت ۾ گهڙيون گهارڻ جو موقعو مليو جن حشو کان سکيو ۽ پرايو ۽ پوءِ پاڻ تاريخ جا وڏا نالا بڻجي ويا، انهن بہ حشو سان انصاف نہ ڪيو. شايد ان ڪري جو حشو ٻڙ جو گهاٽو وڻ هو ۽ هنن کي لڳو ٻڙ جي گهاٽي ڇانوَ ۾ سندن شخصيت وڏي وڻ ٿي ڪانہ سگهندي. اڳتي هلي هو حشو کان هٽي پري ٿي ويا. حشو کي نظرانداز ڪرڻ هنن

پنهنجي ذات جي لاءِ سودمند سمجهيو. انهن مان ڪنهن بہ حشو ڪان سڪڻ جو حق ادا نہ ڪيو. اهي حشو جا قرضدار ئي رهيا. رڳو اهي نہ جيڪي حشو جي چڱن وقتن ۾ ساڻس گڏ اٿيا ويٺا هئا، پر حشو جو قرض تہ سڄي سنڌ ۽ هند تي هو. سنڌ ۽ هند جا ماڻهو بہ حشو جا قرضي ٿي رهيا. وري بہ سنڌ ڪي ئي اهو قرض لاهڻو هو جنهن تي الاجي ڪيترو وياج چڙهي چڪو آهي.

مدد علي سنڌي سڄو سمورو نہ سهي (سڄو سمورو قرض تہ سنڌ ئي ڪانہ ٿي لاهي سگهي)، پر ڪنهن حد تائين اهو قرض لاٿو آهي هي ڪتاب لکي.

مون کي لڳندو آهي مدد علي سنڌي پاڻ دردوندي ديس جي تاريخ جي هڪ پراسرار شخصيت آهي، هو تاريخ جي الاجي ڪيترن دورن ۾ ڪيترا پيرا مئو آهي، مري وري جيئرو ٿيو آهي. هن جُڳن ڪان ڌرتيءَ تي ڪيترا پيچرا لتاڙيا آهن، ڪٿي ڪٿي پٽڪيو آهي، ڪيترا پيرا ٿڪجي ساٿو ٿي ڪريو آهي. پر هر پيري ڪري وري اُٿيو آهي. ڪڏهن ٿڪل ٿڪل ساٿا ساٿا پير، ڪڏهن تيز تيز اڳتي قدم ـ پر هو هلندو ئي رهيو آهي، ڳوليندو ئي رهيو آهي، وقت جي واريءَ ۾ گم ٿي ويل سنڌ جي ارڏن انوکن ڪردارن جي پيرن جي نشانن کي.

مدد علي سنڌيءَ جو هي بيانيہ حشوءَ کي ڳولڻ جي ڪوشش آهي. هو ڪيڏو چاهيندي بہ ڪڏهن حشو سان ملي تہ ڪونہ سگهيو، ساڻس خطن وسيلي ٿوري گهڻي ڏيٺ ضرور ڪري سگهيو. اها بہ گهٽ خوش نصيبي ڪانہ چئبي. حشو جي ڳولا ۾ مدد هن جا پيرا کنيا آهن، ويندي سندس اباڻي گهر تائين.

اسين سڀ مدد علي سنڌي جا ٿورائتا آهيون جنهن حشو کي نئين سر جاڻڻ سڃاڻڻ واري ڳولا اسان سان شيئر ڪئي آهي، اسان کي بہ ان ڳولا جي سفر ۾ شريڪ ڪيو آهي، ههڙو دردوند ڪتاب لکي.

جامشورو

03ـفيبروري، 2016ع

ـ شوڪت حسين شورو

حشُو ڪيولراماڻيءَ بابت آئون جڏهن به ويچار ڪندو آهيان، ته دل ڏاڍي غمگين ٿي ويندي آهي ۽ من تي اداسيءَ جا ڪڪر ڪارونيار ڪري مڙي ايندا آهن. پوءِ آئون اصل ماٺ ٿي ويندو آهيان. سچ پچ سنڌ جي تاريخ جي هن برک، پر هاڻوڪي دور لاءِ گمنام، غمناڪ، سياسي مفڪر کي ياد ڪرڻ ۽ مٿس عقيدت جا ڪجهه زرد گلاب جا گل نڇاور ڪرڻ تمام ضروري آهي.

شيخ اياز چيو آهي:

هر وقت صدا ڪا ايندي آ،
هر وقت لهوءَ جي لاٽن ڏي،
ڪا توکي ڇڪ ڇڪيندي آ.

حشُو سنڌ جي تاريخ جو گم ٿيل آواز. اهو آواز خبر ناهي ڪيترين صدين تائين الائي ڪيترا دور ٻڌندا رهندا ۽ هن گم شده آواز جي ڳولا لاءِ کوجنا ٿيندي رهندي. اها ڳالهه بنهه سچ آهي ته ڪي ڪي ماڻهو واقعي تاريخ ٿين ٿا، پر الائي ڇو تاريخ ۽ وقت هنن کي گمنامي ۽ لاچاريءَ جي اونداهي گليءَ ۾ ڌڪي ڇڏيندا آهن. ٿي سگهي ٿو ته، اها هڪ ڏکوئيندڙ ڳالهه هجي، پر ان ڳالهه تي بحث ڪرڻ لاءِ هڪ ڊگهو وقت درڪار آهي. ٿي سگهي ٿو ته، تاريخ ۽ وقت جو اهو ڏکوئيندڙ عمل هجي ته انقلاب جي لاءِ وڙهندي وڙهندي ڪجهه ماڻهو انهيءَ راهه جي ڪنن پنڌ ۾ حالتن جو ڪاڄ بڻجي ويندا هجن! پر ڇا تاريخ جو ايندڙ دور اهڙن ماڻهن

ڪي وساري سگهي ٿو؟ ڇا اهڙن فڪر ڏيندڙ مفڪرن کان لنوائي سگهجي ٿو؟ تاريخ جا اهڙا ماڻهو عقل ۽ عشق، علم ۽ عمل، ڄاڻ ۽ شعور جا اڻ متجندڙ مثال هوندا آهن. هنن جي زندگي جو ڪردار سدائين راهه ڏيکاريندڙ هوندو آهي. اهي ماڻهو عقل، عشق، فڪر، خوشي ۽ غم، ماضي، حال ۽ مستقبل جي لاهين ۽ چاڙهين کان واقف هوندا آهن. پر حياتيءَ جي مروج طريقن سان هو به ناهه نه ڪري سگهندا آهن.

—

حشُو ڪيولراماڻي به تاريخ جو هڪ وڏو ٻڏيمان هو. ڪڏهن ڪڏهن آئون سوچيندو آهيان، ته سنڌ جڏهن به پنهنجي منزل ماڻي ۽ سنڌ ڌرتي لال ڪنوار بڻجي سُک ۽ چوتڪاري جي ماڳ تي پهچندي، تڏهن ڪنهن کي ڪهڙي خبر هوندي به الائي نه ته، هن ماڳ تي پهچائڻ لاءِ ڪنهن ڪنهن جا پير پٿون ٿيا هئا، يا ماڳ تي پهچڻ جي راهه ڏسيندي ڏسيندي اهي پاڻ به اڌ پنڌ ۾ مارجي ويا هئا.

حشُو ڪيولراماڻي سنڌ جو اهو مهان شخص هو جنهن جديد سنڌ جو خواب 1945ع ۾ ڏٺو هو. ورهاڱي کان اڳ ۾ آزاديءَ جي لڙائيءَ ۾ هو به پيرا جيل ۾ ويو هو. تيون ڀيرو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڏهه مهينا قيد ۾ رهيو. جتان کيس جلاوطن ڪري زوريءَ هندستان اماڻيو ويو. ڀريا، ضلعي نواب شاهه جي آسودي ڪٽنب سان تعلق رکندڙ حشمت ٽلهرام ڪيولراماڻي ڪراچيءَ جي اين جي وي هاءِ اسڪول، سري لنڪا جي ڪولمبو مان ميٽرڪ پاس ڪئي. بعد ۾ لنڊن مان تعليم حاصل ڪندڙ حشُو ڪيڏو نه عجيب ماڻهو هو. مائٽن جي مرضي هئي ته هو لنڊن ۾ آءِ.سي.ايس ڪري اچي ڊپٽي ڪليڪٽر ٿئي. پر هو اهو سڀ ڪجهه خواب اڌورو ڇڏي، آزادي جي لڙائيءَ ۾ لڳي ويو. لنڊن ۾ ئي هن جي ڪرشنا مينن ۽ اندرا گانڌي، جواهر لال نهروءَ سان ڏيٺ ويٺ ٿي هئي.

1931ع ۾ 26 کان 31 مارچ تائين ڪانگريس جو ساليانو اجلاس ڪراچيءَ ۾ ٿيو. جنهن ۾ هن شرڪت اچي ڪئي هئي. اهو اجلاس

سينٽرل جيل ڪراچي جي پر ۾ ٿيو هو. انهيءَ اجلاس جي صدارت ولڀ ڀائي پٽيل ڪئي هئي. اجلاس ۾ مهاتما گانڌي، مولانا ابوالڪلام آزاد، خان عبدالغفار خان سميت اهم ليڊرن شرڪت ڪئي هئي. حشُو ڪيولراماڻي، خان عبدالغفار سان وڃي ملاقات ڪئي هئي. خان غفار خان حشُو ڪان ڏاڍو متاثر ٿيو هو.

تڏهن 23 مارچ 1931ع تي لاهور سينٽرل جيل ۾ ڀڳت سنگھ، راجگُرو ۽ سُکديوَ کي ڦاسي ڏني وئي هئي. سموري هندستان جي نوجوانن ۾ انهيءَ سزا سبب ڏاڍي ڪاوڙ پکڙيل هئي. حشُو به، غفار خان سان پنهنجي جذبات جو اظهار ڪيو هو. غفار خان هن نوجوان جي جذبات کان ڏاڍو متاثر ٿيو هو. حشُو غفار خان سان گانڌي سان ارون پيڪٽ تي بحث ڪيو هو. جيڪو گانڌي ۽ وائسراءِ هند لارڊ ارون جي وچ ۾ 5 مارچ 1931ع تي ٿيو هو. گانڌي کي ڪيئن به ڪري لنڊن ۾ ٿيندڙ ٻي گول ميز ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻي هئي. آل انڊيا ڪانگريس جي انهيءَ اجلاس ۾ نوجوان ڏر جي جذبات کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ جواهر لال نهروءَ جو ڊرافٽ پاس ڪيو ويو هو. ان ڊرافٽ ۾ هندستان جي ماڻهن جي بنيادي حقن ۽ اقتصادي پروگرام جي ڳالھ ڪيل هئي. اهو پهريون ڀيرو هو جو ڪانگريس کليل طور تي ريڊيڪل ڳالھ ڪئي هئي. اقتصادي معاملن جي حوالي سان حشُو جو موقف هو ته اهو پروگرام چٽي ريت ظاهر ڪيو ويڃي ها. حشُو جو خيال هو ته اهو ڊرافٽ جواهر لال نهرو نه پر ايم اين راءِ ڊرافٽ ڪيو آهي. پر غفار خان ڪيس چيو هو ته اهو ڊرافٽ جواهر لال نهرو جو پاڻ ئي ڊرافٽ ڪيل آهي.

حشوءَ جو چوڻ هو ته "ڀڳت سنگھ ۽ سندس ساٿين جي ڦاسيءَ واري واقعي تي هي نُهراءَ ڪو به ٿڌو ڇنڊو نه وجهي سگھندو جو ماڻهن ۾ ڏک ڇانيل آهي ۽ گانڌيءَ جو ڪراچي اچڻ وقت مختلف اسٽيشنن تي ڪارن جهنڊن سان استقبال ڪيو ويو آهي. ويندي، مخالفتن جي احتجاج سبب گانڌيءَ کي ڪراچي سٽي اسٽيشن تي نه پر لانڍي اسٽيشن تي لاٿو ويو. نوجوانن جي انهيءَ جذبات کي جيڪڏهن گانڌي

تڏو ڪري ويو تہ بي ڳالھ آهي پر اهو ملڪ جي تاريخ ۾ ڏکوئيندڙ واقعو آهي.“

-

حشُو 1931ع ۾ ڪولمبو هليو ويو. اتان ميٽرڪ پاس ڪري، 1935ع ۾ انگلينڊ ويجي پهتو. لنڊن شهر ان وقت سياسي سرگرمين جو مرڪز هوندو هو. ڪرشنا مينن ۽ ٻيا ڪيترا هندستاني لنڊن ۾ سرگرميون قائم ڪيو ويٺا هئا. جواهر لال نهروءَ جي ذهين ڌيءَ اندرا گانڌيءَ بہ اتي پڙهندي هئي. لنڊن ۾ ڪامن ويلٿ جي انڊيا ليگ جون سرگرميون هلندڙ هيون. اتي ڪرشنا مينن سان گڏ برٽرينڊرسل، هيرالڊ لاسڪي، فيئر براوڪي ۽ ميخائل فوٽ جهڙا ڏاها موجود هئا. حشوءَ لنڊن ۾ ليبر پارٽيءَ سان بہ لھ وچڙ ۾ آيو. ڪرشنا مينن جمار ۾ حشوءَ کان وڏو هو پر هو حشُو جي قابليت ۽ ذهانت کان گهڻو متاثر هو. حشُو سدائين سنڌ ۽ سنڌين بابت پيو هن سان بحث ڪندو هو. حشو ڪيس چوندو هو تہ سنڌ هڪ جداگانہ قوم آهي، جنهن کي پنهنجو پنج هزار ورهيہ قديم ڪلچر موجود آهي.

لنڊن ۾ تڏهن اندرا گانڌي، جيڪا هن کان فقط ٽي سال ننڍي هئي، آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جي سمر وائيل ڪاليج ۾ پڙهندي هئي. اهو ڪاليج 1879ع ۾ قائم ٿيو هو. حشو بہ لنڊن ڪاليج آف ڪامرس ۾ اڪنامڪس پڙهڻ لاءِ ويجي داخل ٿيو. اهو مشهور ڪاليج سينٽرل لنڊن ۾ ويسٽ منسٽر جي علائقي ۾ هو. چاڪاڻ تہ آئي سي ايس ڪرڻ لاءِ هن جي دل نہ هئي. لنڊن ان وقت هندستاني ماڻهن جي سرگرمين جو مرڪز هو. 1935ع ۾ جڏهن جواهر لال نهرو لنڊن آيو تہ هو بہ ڪرشنا مينن سان گڏ نهروءَ سان گڏيو هو. اتي ئي نهروءَ سان سندس ذاتي تعلقات ٿيا هئا. پر نهرو جذباتي انسان نہ هو. 1947ع ۾ ڀارت جو وزيراعظم ٿيڻ کان پوءِ هن پنهنجن پراڻن ساٿين کي وساري ڇڏيو. بهرحال اهو علحده موضوع آهي، پر حشو لنڊن ۾ آئي سي ايس نہ ڪري سگهيو. 1939ع جي ڊسمبر مهيني

۾ هو سنڌ موٽي آيو ۽ اچي سنڌ ۾ شاگرد هلچل کي زور ونرايائين. سوڀو گيانچنداڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ ٻيا شاگرد سندس لهه وچڙ ۾ آيا. ڪراچيءَ ۾ هن اينديءَ شرط انگريزيءَ ۾ هڪ پوسٽر لکي ڇپرايو ان ۾ هندستان جو نقشو ڏنل هو ۽ نقشي ۾ لکيل هو:

Stop This March of Imperialism

انهيءَ پوسٽر سبب کيس برٽش سرڪار گرفتار ڪري ٻه سال سزا ڏني. پاڻ 18 مهينا ڪراچي ۽ سکر سينٽرل جيلن مان جيل ڪاٽي 1941ع ۾ آزاد ٿيو. ساڳئي سال کيس ٻيهر گرفتار ڪري ٻه مهينا حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ قيد رکيو ويو جو مٿس الزام هو ته هو برٽش فوج جي ديسي سپاهين سان لهه وچڙ ۾ اچي کين آزاديءَ لاءِ همٿائي رهيو هو.

جيل مان آزاد ٿي، هو پنهنجي ادبي سرگرمين ۾ مشغول ٿي ويو. ڪراچي ۾ شاهاڻي لا ڪاليج (موجوده ايس. ايم. لا ڪاليج) وٽ سندس فليٽ هوندو هو. اهو فليٽ انقلابين جو مرڪز هوندو هو. گهڻو ڪري دوستن کي سندس فليٽ جي سامهون، ميڪلوڊ روڊ تي واقع ايراني هوٽل ۾ وٺي ويندو هو. اتي چانهه ۽ بسڪوٽن سان ڪاٺڻ سندس هابي هوندي هئي. اها ايراني هوٽل اڄ به خيرآباد ريسٽورنٽ جي نالي سان موجود آهي. ڪڏهن ڀريا هليو ويندو هو ته ڪيترا ڏينهن وڃي سن ۾ سائين جي.ايم.سيد وٽ رهندو هو. سيد سان هن جي دوستي 1945ع ۾ ٿي هئي. سن ۾ سنڌو درياهه جي ڪناري، ايرنڊڙ ۽ لهندڙ سج، وهندڙ درياهه سان کيس بيحد محبت هوندي هئي. ڪانگريس، مسلم ليگ ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سياست کيس نه وڻندي هئي. ان ڪري ئي هن سيد صاحب کي رٿ ڏني هئي ته سنڌ جي قوميت جي آڌار تي هلچل هلائجي. سائين جي.ايم.سيد تي حشوءَ جي قابليت جو وڏو اثر وينل هو. 1946ع ۾ سنڌ ۾ اليڪشن ٿي. سيد صاحب مسلم ليگ جي مقابلي ۾ پنهنجا اميدوار بيهاريا پر سيد ۽ هن جي ساٿين کي برٽش سرڪار جي آشيرواد سان ڏانڌلي ڪري هارايو ويو. سنڌ جو وزيراعليٰ سر غلام حسين هدايت الله،

گورنر سر فرانسس موڊيءَ صوبائي وزير پير الاهي بخش سميت جي.ايم.سيد کي هارائڻ لاءِ اڳتي هئا.

نيٺ 14_آگسٽ 1947ع تي پاڪستان ٺهيو. سر غلام حسين هدايت الله سنڌ جو گورنر ۽ خانبهادر ايوب کهڙو وزيراعليٰ ٿيا.

حشو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌ نہ ڇڏي. جنوري 1948ع ۾ ڪراچي شهر ۾ هندستان کان آيل ٻاهرين ماڻهن زبردست فساد شروع ڪري ڏنا. سوين سنڌي هندن کي گهرن مان ڪڍي قتل ڪيو ويو. فليٽن، بنگلن ۽ مندرن کي ٻاهيون ڏئي ساڙيو ويو. سنڌ جو چيف منسٽر خانبهادر محمد ايوب کهڙو هو. هن ڏاڍي بهادريءَ سان فسادين کي چيپاٽڻ جو حڪم ڏنو ۽ پاڻ شهر ۾ نڪري پيو. پر انهن فسادن سجي سنڌ ۾ زبردست خوف ۽ هراس پکيڙي ڇڏيو. اهڙو فساد حيدرآباد ۾ بہ ڪرايو ويو. نتيجي ۾ سنڌي هندو، پنهنجو الهہ تلهہ، گهر گهاٽ سڀ ڪجهہ ڇڏيءَ لکن جي تعداد ۾ هندستان وڃڻ لڳا. حشُو اهو وقت سائين جي.ايم.سيد جي ڪراچيءَ واري بنگلي ۾ اچي رهيو هو. هوڏانهن ڳوٺ پِريا ۾ پارت مان آيلن فساد شروع ڪري ڏنو هو. ان جي ڪري سوين سنڌي هندن پِريا مان لڏڻ شروع ڪيو هو. باقي وڃي حشُوءَ ۽ ٻن سنڌي هندن جا گهر بچيا هئا. اهي ٻئي سنڌي هندو پِريا شهر جي ڪپهہ جي ڪارخانن جا مالڪ هئا ۽ هنن بہ پنهنجو وطن ڇڏڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو.

آڪٽوبر 1948ع تائين ورهاڱي جي پونچال سنڌ کي ڏڏائي وڌو هو. حشو موجب انهن ٻنهي ڪارخانيدارن اتي ڪپهہ جي ڪارخانن تي هڪ ٻنهہ سادڙو ڳوٺاڻو چوڪيدار ويهاري ڇڏيو هو ۽ اهو ٻنهي ڪارخانن جي در تي محافظ ٿيو ويٺو هو.

هڪ شام هندستان مان لڏي آيل غير سنڌي هٿن ۾ بندوقون کڻي اچي ڪارخاني تي بيٺا. هنن چوڪيدار کي حڪم ڪيو تہ در تان هٽي وڃ ۽ اسان کي اندر وڃڻ ڏي. پر هن سندن چيو نہ مڃيو. فسادين کيس چيو تہ اسان ڪافرن کي قتل ڪرڻ چاهيون ٿا ۽ تون اسان سان شامل ٿي سگهين ٿو.

هن ڪين وراڻي ڏني تہ ”ڪڏهن بہ نہ. اهي منهنجا مالڪ آهن. منهنجا يار آهن! اهو ڪم اصل نہ ڪندس.“

”پر تون مسلمان آهين نہ. آهين يا نہ؟ ڇا تو ڪلمو نہ پڙهيو آهي؟ هي هاڻ پاڪستان آهي ۽ ڪافرن کي قتل ڪرڻ ڪوئي مسئلو ڪونهي!“

هن چيو ”مان تہ مسلمان آهيان پر توهين مون کي بدمعاش ٽا لڳو.“ ان تي حملي آورن ڪيس گوليون هڻي قتل ڪري ڇڏيو ۽ ڪارخاني اندر داخل ٿي، انهن ٻنهي سيٺين کي گوليون هڻي ماري اندر تجوڙيءَ مان پنجٽيهہ هزار روپيا ڪڍي فرار ٿي ويا.

حشُوءَ کي ان واقعي ۾ قتل ٿيندڙ ڳوٺاڻي جي ڪردار ڏاڍو متاثر ڪيو هو. پاڻ تڏهن ڪراچي هو. ڳوٺ خط لکي پڇا ڪرايائين تہ ان ڳوٺاڻو جو نالو ڇا هو؟ ڪيس ٻڌايو ويو تہ اهو ڳوٺاڻو يوسف يونس ڪيريو هو.

بعد ۾ حشُو پارٽ هليو ويو تہ اتي دهلي ۾ سال 1958ع جي ڊسمبر ۾ هن سنڌي ڪهاڻين جو ٻهريون ڀيرو ترجمو ڪري سنڌي شارٽ اسٽوريز جو ڪتاب ڇپرايو. ڪتاب جي ارپنا، حشو ڪيولراماڻي پريا جي انهي بهادر ڳوٺاڻي يوسف يونس ڪيريي جي نالي هنن لفظن سان ڪئي هئي:

”يوسف يونس ڪيريو جي نالي هي ڪتاب ارپنا ٿو ڪريان، جيڪو هڪ سورمي وانگر ماريو ويو هو. مٿس نہ ڪو ماتم ٿيو نہ وري ڪو مشهور ٿيو سواءِ احترام مليس.“

”شاهہ لطيف جي سنڌڙي جا ڪيترائي بي گناهہ ماڻهو ايئن موت جي گهاٽ چاڙهيا ويا ۽ هي ڪتاب بہ مان، يوسف يونس ڪيريو جي ياد ۾ ڪيس ارپيان ٿو جيڪو هاڻي اڻڄاتل ۽ گمنام نہ رهندو.“

–

حشُو ساڳئي ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1967ع ۾ شايع ڪيو. اهو ڊيلڪس ڇاپو هو. تڏهن سندس آدرش امڙ پرلوڪ پڌاري ويئي هئي.

انهيءَ ٻئي ڇاپي ڪي وري حشو پنهنجي جيجل امڙ جي نالي ڪيو هو
سندس ماءُ 1963ع ۾ نئين دهلي کان اتر اوڀر ۾ 90 ڪلوميٽر پري متڙا
شهر ۾ لاڏاڻو ڪري ويئي هئي. تڏهن حشوءَ جو ڀاءُ گوپ ڪيولراماڻي
تلڪ نگر متڙا ۾ رهندو هو. سندس امڙ جمنا جي ڪناري آخري دم ڏنو
هو. حشُو پنهنجي ارپنا ۾ لکيو هو "هي ڪتاب پنهنجي امڙ جي نالي ٿو
ڪريان، جيڪا ڄائي ته سنڌو درياهه جي ڪناري تي هڪ ڳوٺ ۾
هئي، پر متڙا ۾ جمنا جي ڪناري سندس روح پرواز ڪري ويو!"

حشُوءَ کي پنهنجي امڙ سان بيحد محبت هئي. ڇاڪاڻ ته ننڍڙو
هو ته پيءُ مري ويس. ان ماءُ ئي کيس ڏاڍي لاڏ ۽ ڪوڏ سان پاليو هو. بلڪ
سندس امڙ کي حشو کان به وڌيڪ سنڌ سان محبت هئي. سائين
جي.ايم.سيد کي هڪ خط ۾ لکيو هئائين ته، "منهنجي ماءُ کي ته مون کان
به وڌيڪ سنڌ سان محبت آهي. بلڪ هي سپني ۾ پنهنجي ڳوٺڙي کي
پئي ياد ڪري ۽ اتان جون پٽيون ۽ ڇِتيون پئي ڏسي. منهنجو به جيءُ هتي
اٿم، پر دل اتي ڇڏي آيو آهيان!"

—

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سائين جي.ايم.سيد جنوري 1948ع ۾ سن
۾ قومي ڪارڪنن جو اجلاس سڏايو. بعد ۾ حشُو ڪيولراماڻي جي رٿ
تي سموري پاڪستان جي اهم اڳواڻن جو اجلاس، 8-مئي 1948ع تي
ڪراچي جي جامع مسجد مسلم ڪالونيءَ ۾ سڏايو ويو. اجلاس جي
صدارت خان عبدالغفار خان ڪئي. اجلاس ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي،
خان عبدالصمد اچڪزئي ۽ پنجاب جا ترقي پسند ليڊر موجود هئا.
اجلاس کان پوءِ هڪ زبردست بيان جاري ڪيو ويو. ان ميمورنڊم ۾
حالتن جو صحيح صحيح تجزيو ڪيل هو. اهو طويل ميمورنڊم سيد
چواڻي حشوءَ جو ڊرافٽ ڪيل هو.

ان دور ۾ حشُو ڪيولراماڻي سيد صاحب جي سنڌي ۾ لکيل
ڪتاب "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" کي انگريزي ۾ لکڻ شروع ڪيو.

ڪراچي واري فليٽ تي هو راتين جون راتيون جاڳي پيو ڪتاب ٽائيپ ڪندو هو. اهو ڪتاب سال 1949ع ۾ ”اسٽرگل فار نيو سنڌ“ جي نالي سان ڇپجي بازار ۾ آيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هي پهريون پيرو هو جو سيد صاحب جو موقف انگريزي ۾ آڏو آيو هو. ڪتاب ظاهر ٿيڻ شرط حشُو صوبائي توڙي مرڪزي حڪومت جي نظر ۾ انتهائي خوفناڪ بليڪ لسٽ ۾ شامل ٿي ويو. اهو تمام ڏکيو دور هو. ڪراچيءَ کي سنڌ کان علحده ڪرڻ جون ڳالهيون پئي هليون. خود سنڌ جو وزيراعليٰ خانبهادر کهڙو، سنڌ اسيمبليءَ جا سمورا ميمبر، ڪراچيءَ جي جدائي جي خلاف هئا. سنٽ وزيراعليٰ کهڙي جي حڪومت کي 28_اپريل 1948ع تي ڊسمس ڪيو ويو. 3_مئي 1948ع ۾ پير الاهي بخش سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو. جولاءِ 1948ع ڪراچي کي سنڌ کان جدا ڪيو ويو ۽ ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر سيد هاشم رضا کي ڪراچيءَ جو ايڊمنسٽريٽر مقرر ڪيو ويو.

هوڏانهن پير الاهي بخش حڪومت مخالفن خلاف ڪارروائيون شروع ڪري ڏنيون. حشُو ڪيولراماڻي ڳوٺ هليو ويو ۽ ڊسمبر 1948ع تائين هو يـرين ۾ رهيل هو. ڊسمبر 1948ع جي پڇاڙيءَ ۾ ڪيس سن وڃڻ جو خيال هو. پر چاڪاڻ تہ سڪرنڊ مان محراب پور وڃڻ لاءِ گهوڙن تي وڃڻو پوندو هو ۽ هن سان پنهنجي بلي ۽ ڪتو سدائين گڏ هوندا هئا. ان ڪري هو سکر هليو ويو. جتان جنوري 1949ع ۾ هو ريل ذريعي ڪراچي پهتو ۽ پنهنجي فليٽ ۾ رهڻ لڳو. جنوري 1949ع ۾ ڪيس سندس فليٽ تان گرفتار ڪيو ويو ۽ آڻي ڪراچي سينٽرل جيل ۾ قيد ڪيو ويو. سندس نظربندي ٽن مهينن لاءِ هئي. ساڳئي وقت جي.ايم.سيد کي سن ۾ نظربند ڪيو ويو. ان وچ ۾ 4_فيبروري 1949ع تي جي.ايم.سيد جي پٽيشن تي، ڪورٽ وزيراعليٰ پير الاهي بخش کي 1946ع واري اليڪشن ۾ ڌانڌلي ڪرڻ جي ڏوهہ ۾، چيف منسٽري تان لاهي ڇڏيو.

18 ـ فيبروري 1949ع تي وزيراعليٰ يوسف هارون پنهنجي عهدي جو حلف کنيو ۽ هن قاضي فضل الله کي سنڌ جو هوم منسٽر مقرر ڪيو. حشوءَ ڪيولراماڻي ڪراچي جيل ۾ قيد جي زندگي گذاري رهيو هو. قدرت سان سندس جيل ۾ پهچڻ وقت حسين علي آفندي جيل سپرنٽينڊنٽ بدلي ٿي ويو هو. نئون سپرنٽينڊنٽ جيل هڪڙو اينگلو انڊين مسٽر گورايا ٿيو. پر هن کي حسين علي خان، ٻڌائي ويو هو ته، حشوءَ هڪڙو جينٽلمين ماڻهو آهي، هن جو خيال رکجائين.

اهو سبب هو. جو جيتوڻيڪ حشوءَ کي ڪراچي جيل ۾ سي ڪلاس ۾ رکيو ويو هو. پر ڪيس بي ڪلاس قيديءَ جهڙي سهوليت ڏني وئي هئي. جيل ۾ به هو سدائين اڇا اُجرا ڪپڙا پائيندو هو. خاص طور تي صبح جو هو وهنجي سهنجي گهڻو ڪري پتلون ۽ شرٽ پائي اڇي اڱڻ ۾ نم جي وڻ هيٺان ويهندو هو. هٿن ۾ سگريٽ هوندو هوس. هڪ سگريٽ مان ٻيو سگريٽ دکائي، هو سامهون نمن جي وڻن کي ٻيو ڏسندو هو. هڪڙو مقدم سندس حاضريءَ ۾ موجود هوندو هو. اتي هن گلاب جي گلن جا قلم گهرائي اڱڻ ۾ هنيا هئا. گهڻو ڪري ڪتاب پيو پڙهندو هو.

حشوءَ جي ٻي حاضري، 3 ـ مئي 1949ع تي اڱاري جي ڏينهن هئي. حشوءَ سان ايڊمنسٽريٽر جي آفيس ۾ شيخ اياز به وڪيل جي حيثيت سان گڏ هو. ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر مسعود کدرپوش جي آفيس ۾ حشو، پوليس جي پهري ۾ داخل ٿيو ته ڪيس ٿري پيس سوٽ، ۽ سولو هيٽ پاتل هئا ۽ هو بلڪل هڪڙو يورپين شخص لڳي رهيو هو. ڪورٽ ۾ داخل ٿيندي ئي حشوءَ هيٽ لاهي چيو هو "هيلو مسعود!" ۽ مسعود اٿي ٻيهي هن سان هٿ ملايو هو. پوءِ به وڏيڪ تن مهينن لاءِ هن جي نظربندي وڌائيندي کيس چيو هئائين، "حشو تون انڊيا ڇو نٿو هليو وڃين؟" حشو کيس انگريزيءَ ۾ وراڻي ڏني هئي، "ڇو آئون ڇا لاءِ انڊيا وڃان، سنڌ منهنجو وطن آهي ۽ آئون هرگز سنڌ ڇڏي نه ويندس...!"

"ته پوءِ هي توهان کي ريڊ انڊينس ناهي ڇڏيندا." مسعود آڱر جي اشاري سان ايڊمنسٽريٽر هاشم رضا جي آفيس ڏانهن اشارو ڪيو هو.

۽ پوءِ حشوءَ کي پوليس پنهنجي وين ۾ سينٽرل جيل ڪراچي وٺي وئي هئي.

ان کان پوءِ 16 مئي 1949ع تي، سومر جي ڏينهن ڪيس ڪراچيءَ جي ايڊمنسٽريٽر سيد هاشم رضا جي آفيس ۾ پيش ڪيو ويو. (اها آفيس، ڪراچي جيم خانا جي سامهون، موجود قصرِ ناز جي پاسي ۾ هئي، جتي اڄ ڪلهه ڊپٽي ڪمشنر ذڪڻ ويهي ٿو!)

اتي حاضريءَ تي فقط سندس پراڻو دوست محمد بچل موجود هو. حشوءَ کي اتي پنهنجي ٻن ويجهن دوستن شيخ اياز ۽ مونس جي نه اچڻ جو ڏاڍو ڏک ٿيو. اها ڳالهه هن جي.ايم.سيد کي 18_مئي 1949ع تي لکيل خط ۾ هن ريت ڪئي:

”سومر ڏينهن ايڊمنسٽريٽر آفيس ۾ آياسين ته ٻن يارن کي نه ڏٺوسين. پر بچل خان سمورو احوال ڏنو. حيرانيءَ جي انتها ٿي ته اهڙي لاپرواهي هنن وٽان ٿي سگهي ٿي. پاڻ ته گم، مگر ٻين وفادار ساٿين کي به گم ڪري ڇڏجي؟ واهه! واهه!!

”بهرحال منهنجي ڪيس جو نتيجو اهو اچي ٿيو آهي ته ٿوري وقت لاءِ ڪراچي آئوٽ ٿيڻو پوندو. يا انگلينڊ وڃان پاسپورٽ سان. يا بمبئي ڏانهن پرمٽ سان پاڪستاني جي حيثيت ۾ چڪر هڻڻ وڃان يا پنهنجي وطن سنڌڙيءَ جي ڪنهن ڳوٺ ۾ وڃي صوفي بنجان. پڇاڙيءَ واري ڳالهه لاءِ سنڌ گورنمينٽ ۽ خصوصن قاضي فضل الله جي اجازت جي ضرورت آهي. جنهن لاءِ هاشم رضا لکپڙهه ڪندو. بهرحال اسان جي جندڙي پنهنجي سنڌڙيءَ سان ڳنڍيل آهي. سو اسان کي اعتراض ناهي، جيڪڏهن هي آرهڙ جا ڏهاڙا سن ۽ پيرين جي وچ ۾ گهارڻا پيا. پلن جي موج ٿيندي، درياهه جي ڪپر تي ڏينهن گذاربو. پنهنجي ٻليءَ ۽ ڪتڙي سان ۽ شام جو شاهه جو ڪلام ٻڌبو. اميد ته سنڌ گورنمينٽ منهنجي گذشته خدمتن جو خيال ڪندي ۽ انهيءَ مهمان نوازيءَ کان آر نه ڪندي. جيڪڏهن پنهنجو وطن به مون کان بيزار ٿيو ته پوءِ لاچار پنهنجو لڏو ٻڌي ولايت جو رُخ رکڻو پوندو!“

حشوءَ کي ٽيون ڀيرو (جيل رڪارڊ موجب) 30 جون 1949ع تي ايڊمنسٽريٽر آفيس نيو ويو جتان کيس خبر پئي تہ کيس وڌيڪ 6 مهينن لاءِ نظربند ڪيو ويو آهي، جو هن بابت لکپڙهہ اجا هوم منسٽريءَ وٽان نہ آئي آهي. حشو جو اتي وري بہ اهو موقف هو تہ ڪراچي ڇڏڻ لاءِ تيار آهيان، پر سنڌ کون نہ ڇڏيندس. جو مون اهڙي درخواست سنڌ ۽ وفاقي حڪومتن کي ڪئي آهي.

پر هن سنڌ جي سچي، فلسفي، پنهنجي وطن سان پيار ڪندڙ کي سنڌ ۾ نہ رهڻ ڏنو ويو. ڊسمبر 1949ع ۾ کيس جيل ۾ ٻڌايو ويو تہ سندس سنڌ ۾ رهڻ جي درخواست هوم منسٽر قاضي فضل الله، مرڪزي سرڪار جي صلاح سان رد ڪري ڇڏي آهي. هاڻ هن کي جيل مان سڌو ڪراچي ايئرپورٽ موڪليو ويندو جتان کيس بمبئي وڃڻو پوندو.

31-ڊسمبر 1949ع تي (ڇنڇر جي ڏينهن) حشوءَ کي پوليس جي پهري ۾ ايئرپورٽ وڃڻ لاءِ تياري ڪئي وئي. پر حشوءَ چيو تہ "پهرين پنهنجي فليٽ تي ويندس ۽ پوءِ جي.ايم.سيد جي بنگلي حيدر منزل تي وڃي، پوءِ ايئرپورٽ ويندس."

حشو جيل مان پوليس جي موٽر ڪار ۾ برنس گارڊن جي سامهون پنهنجي فليٽ ۾ پهتو. در کڙڪايائين تہ اندران شيخ اياز جي زال زرينہ اچي در کوليو. حشوءَ در تان ئي کيس چيو "ڏيءَ آئون حشو آهيان. اندر ڪونہ ٿو اچان، پر اياز کي ٻڌائجو تہ مان جي.ايم.سيد جي بنگلي تي وڃان پيو. اتان مون کي بمبئي وڃڻ لاءِ ايئرپورٽ وٺي ويندا. هاڻ هي فليٽ اوهان کي آيو. مون کي فقط اندران جنديءَ وارو گلدان ڪڍي ڏيو!"

زرينا کيس هالا جو ٺهيل جنديءَ جو سهڻو گلدان آڻي ڏنو. حشو اهو هٿ ۾ رکي پڇاڙيءَ ۾ پريان کان سندس هزارين ڪتاب، اڻلڀ سڪن، نوادرات تي نظر وجهي واپس اچي ڪار ۾ ويٺو. پوليس کيس سيد صاحب جي بنگلي حيدر منزل وٺي آئي. ان وچ ۾ شيخ اياز ۽ حشو جو دوست

مونس بہ اچي پهتا. منجهند ڏاري ڪيس ڪراچي ايئرپورٽ وٺي ويا. اياز موجب حشو جي چهري تي پهريون ڀيرو وطن ڇڏڻ سبب ڳڻتي ڏسڻ ۾ پئي آئي. پر ٽري پيس سوٽ ۾ هيٺ سان جڏهن اسان ڪيس ٻرگ روڊ واري هوائي اڏتي تي ڇڏيوسين تہ هو ڪوئي انگريز لڳي رهيو هو. ايئرپورٽ تي پوليس موجود هئي. انسپيڪٽر اڳ ئي اسان سان گڏ هو. ايتري ۾ ڪيس ٽڪيٽ بہ آڻي ڏنائون. ۽ هو اسان کي الوداع چئي، لائونج ڏانهن روانو ٿيو. ويندي ويندي هن هٿ لوڏيو هو ۽ پوءِ تيز وکون کڻي اسان جي نظرن کان اوجهل ٿي ويو هو.

—

گهڙيءَ ۾ اورينٽ ايئرلائينز جو بمبئي ويندڙ هوائي جهاز آسمان ۾ اڏاڻو هو. حشوءَ جو اهو خيال نہ هو تہ هو ڪڏهن وطن جا وڻ نہ ڏسي، سگهندو.

—

حشوءَ کي ويساهہ هو سنڌ جي ماروئڙن ۾. هر هارين ۾، عام سنڌيءَ ۾، جنهن سان ماضي هزارين سالن جي ڏکهي ۽ مشڪلاتن سان ڀريل هڪ تاريخ ڪنهن پراسرار پاڇي جيان گڏ هلندي پئي اچي! اهو ئي سبب هو جڏهن ورهاڱي کان اڳ ۾ سنڌ جا مسلمان ۽ هندو، مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جي پويان مست ٿي هلي رهيا هئا. تڏهن شهيد الهہ بخش ۽ حشُو ڪيولراماڻي بہ اهڙا ماڻهو هئا، جن جو خيال هو تہ سنڌين کي انهن ٻنهي جماعتن جي پويان هلڻ بدران، پنهنجي وطن سنڌ جي جداگانہ حيثيت لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي. سائين جي.ايم.سيد، حشوءَ ڪيولراماڻيءَ کي پنهنجو سياسي استاد ڪري سڏيو آهي. سائين جي.ايم.سيد جي لکڻ موجب، ”حشو ئي اهو ماڻهو هو جنهن ڪيس قوميت جو مسئلو سمجهايو تہ گڏيل هندستان ۾ مختلف قومون آهن ۽ سنڌ جي بہ هڪ قومي ۽ وطن واري حيثيت آهي. حشوءَ ئي قوميت جي بنيادي متن

ڪان مون کي واقف ڪيو جنهن جي روشنيءَ ۾ آئون سموري صورتحال کي نئين نقطہ نگاهہ سان ڏسڻ لڳس. ان وقت مون کي هندو يا مسلم قوميت جي نظريي کان ٻاهر ڪا راهہ نتي ڏسڻ ۾ آئي. ان وقت حشو ڪيولراماڻي جي صحبت ۽ گفتگو مون لاءِ روشني جي ترِوري جو ڪم ڏنو ۽ حشو نہ هجي ها تہ آئون اونداهيءَ ۾ گم ٿي وڃان ها!"

هاڻ اوهين پاڻ سمجهي سگهو ٿا تہ حشُو ڇا هو؟ سندس سوچ ڏور گهڻو ڏور ڏسي رهي هئي. اهڙي ئي سوچ وقت ۽ حالتن ۾ ڪنهن ڪنهن سمجهہ واري ماڻهوءَ ۾ جنم وٺندي آهي.

جي.ايم.سيد کي نئين سياسي راهہ ڏيکاريندڙ ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ کي شاگرد سياست ۾ سرگرم ڪندڙ سنڌي شاگرد سياست جي شروعات ڪندڙ شيخ اياز جي فڪر تي اثر رکندڙ هي عظيم ڏاهو ڀارت ۾ وڃي بہ ماٺ ڪري نہ وينو. اتي بہ هن سنڌيت لاءِ پاڻ پتوڙڻ شروع ڪري ڏنو.

هن صاحب آڪٽوبر 1955ع ۾ نئين دهليءَ ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ورسي ڀهريون ڀيرو ملهائي. سندسُ ئي چوڻ موجب تقريب ۾ سنڌيت جو نظارو هو ۽ هن شاهہ ۽ سنڌيت تي هڪ زبردست تقرير پڻ ڪئي. بعد ۾ هن نومبر 1955ع ۾ دهليءَ جي هندي ڀوَن ۾ شاهہ عبداللطيف جي مورتي کولڻ جو بندوبست ڪيو. ان کان اڳ هن ڪجهہ مهينن کان سنڌو سماج جي تحريڪ شروع ڪئي هئي، جنهن جي ذريعي سنڌي ٻولي ۽ تهذيب کي زنده رکڻ جي بنيادي تحريڪ هئي!!

جڏهن سال 1967 ۾ سنڌي ٻوليءَ کي هندستان جي ٻين قومي ٻولين ۾ شامل ڪرڻ جي هلچل هلي رهي هئي، تہ حشو ان هلچل جو سرواڻ هو. پارليامينٽ جي ميمبرن سان ملاقاتون ڪري، ڪين سنڌي ٻوليءَ جي اهميت کان واقف ڪرڻ. انگريزيءَ ۾ حشوءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪير ٿي ڳالهائي سگهيو؟ جنهن ڏينهن اسيمبلي ۾ ٺهراءُ پيش ٿيڻ وارو هو اُن ڏينهن صبح جو حشُو پنهنجي ننيڙي پٽ گل کي بيهاري ڇڏيو. ان جي هٿن ۾ ڪراچي حلوي جا پئڪيٽ هئا. هر ايندڙ ميمبر کي هو اهو حلوو

ڏيندي چئي رهيو هو ”صاحب! ايترو منو هي اسان جو سنڌي حلوو آهي،
ان کان بہ مٺي سنڌي ٻولي اٿوَ. ان جي حمايت ۾ ووٽ ضرور ڏجو!!“

-

فيبروري 1960 ۾ مشهور وڪيل ۽ دانشور مسٽر اي.ڪي.بروهيءَ
کي ڀارت ۾ پاڪستان جو هاءِ ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. ان وقت کان
ويندي 1961 تائين حشو ڪيولراماڻيءَ جا مسٽر اي.ڪي.بروهيءَ سان
تمام گهڻا ويجها تعلقات ٿي ويا هئا. ٻئي ڄڻا انگريزي ٻوليءَ جا ماهر
هئا. بلڪ مرحوم علي احمد بروهيءَ موجب، ”ادا وڏو حشو
ڪيولراماڻيءَ جي قابليت ۽ هنن جي انگريزي ٻوليءَ تي عبور هئڻ جي
واکاڻ ڪندو هو.“ جڏهن مارچ 1961 ۾ اي.ڪي. بروهي واپس
پاڪستان وڃي رهيو هو تہ حشو ڪيولراماڻي، بروهيءَ جي چانهہ پارٽي
ڪئي هئي. ان ئي ڪچهريءَ ۾ ڪيس بروهي ٻڌايو هو تہ، ”مون سان فيلڊ
مارشل ايوب خان واعدو ڪيو آهي تہ هو سنڌين جي مفادن جي
حفاظت ڪندو.“

دهليءَ ۾ هُن ڪجهہ وقت مشهور انگريزي اخبار اسٽينڊرڊ ٽائمز ۾
ڪم ڪيو. بعد ۾ انگريزي هفتيوار ”وجل“ ۾ پاڪستان جي سياست
بابت مضمون لکڻ شروع ڪيا. اهو دور 1950 جو آهي. انهن مضمونن
کي حشو ڪيولراماڻي، فيبروري 1950ع ۾ ڪتابي شڪل ۾ پڻ شايع
ڪيو. ڪتاب جو نالو هو ”ايڪسريز آف پاڪستان!“ اهي مضمون اڄ
بہ پڙهڻ جهڙا آهن. انهن مضمونن ۾ حشو اڳڪٿي ڪئي هئي
تہ ”پاڪستان جي سياست منجهائيندڙ آهي، ۽ اڳتي هلي پاڪستان ۾
مارشل لا لاڳو ٿيندي-۽ آخرڪار بنگال کان بہ جند ڇڏائي ويندي.“

حشو تڏهن دهليءَ جي دريا گنج واري علائقي ۾ رهندو هو.
بنيادي طور تي هو هڪڙو خوددار انسان هو. اهوئي سبب هو جو هن
ڀارت ۾ سرڪاري وظيفو وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو جيڪو

هندستان جي حڪومت طرفان ماهوار فريڊم فائيٽر کي ڏنو ويندو هو/آهي.

سوال اهو ٿو پيدا ٿئي، ته حشوءَ جي پڇاڙيءِ ۾ دکدائڪ حالت ڇو ٿي؟ اهو سوال ڏاڍو منجهائيندڙ آهي. پر جڏهن ڪنهن حساس ماڻهوءَ کي جلاوطنيءَ جي باهه ۾ پسر ٽيڙو ٿو پوي، ته ان شخص جي ذهني حالت ضرور خراب ٿيڻي آهي.... سنڌ ڇڏڻ کانپوءِ حشو ڪيولراماڻي ويڳاڻو هو. سندس زندگيءَ جي اونداهي آڪاس تي هُن جا لڪل ڳوڙها، ستارن وانگر جرڪندا هئا. پر اُهي ڪنهن به نه ڏٺا. زندگيءَ جي ڊوڙ ۾ هو ايڏو ته تکو هليو جو گهڻو اڳتي نڪري ويو. وقت جي سمورين منزلن، ۽ راهُن کان پري ٿيندو ويو. پر جڏهن پوئتي مڙي نهار وڌائين ته راهه تي اڏامندڙ ڌوڙ کانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه هو. ۽ اها ڌوڙ به سندس تيز هلڻ سبب اڏامي هئي. هن جا پير پٿون هئا، دل ۽ دماغ سندس ڪنٽرول ۾ نه هو.

گيتا ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي: ”انسان اڪيلو ئي پنهنجو دوست آهي، ۽ انسان اڪيلو ئي پنهنجو دشمن!“

مشهور فلسفي فيثاغورث چوي ٿو ”انساني حياتي، هڪ اولمپڪ گيم وانگر آهي. ڪجهه ماڻهو ڪاميابي حاصل ڪن ٿا، ڪجهه ماڻهو ڪوشش ڪندا آهن. ڪجهه وري فقط تماشائي هوندا آهن، ۽ اهو آخري گروهه فلاسفرن جو هوندو آهي!“

برک فلسفي ۽ ڀارت جو اڳوڻو صدر ڊاڪٽر راڌا ڪرشن لکي ٿو ”حياتي برج جي راند وانگر آهي، اسين ان کي ايجاد نٿا ڪريون، اسين اصول نٿا ٺاهيون، نه ئي راند کي ڪنٽرول ٿا ڪريون. تاش جا پتا ڀاڱمرادو اسانکي ڪنٽرول ٿا ڪن، نه سٺا يا خراب! پر اسين سٺي راند به ڪري سگهون ٿا ۽ خراب پڻ!“

شايد، حشو ڪيولراماڻي، اها راند وڙهڻ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيو. آئون ڪڏهن سوچيندو آهيان ته تاريخ، حشوءَ کي

ڪھڙن لفظن ۾ ياد ڪندي؟ هڪ مفڪر! فلاسفر! انارڪسٽ! يا صوفي - ڪنهن پڇڙ تاري وانگر، جيڪو جڏهن چمڪندو آهي، ته ٻيا تارا، اُنجي آڏو جَهڪا ٿي پوندا آهن پر جڏهن اهو پُڇڙ تارو آڪاس تان ڌرتيءَ تي ڪري ٿو ته سڙي خاڪ ٿي ويندو آهي - هڪ تمام گهڻي ڏاهي، ۽ شاندار شخص جي دردناڪ پڇاڙي! سنڌ جي تاريخ جو هڪ سياهہ باب! ايندڙ مؤرخ، جڏهن سنڌ جي ماضي قريب واري دور تي لکڻ شروع ڪندو، تہ حشو ڪيولراماڻيءَ جي ذڪر کانسواءِ اهو داستان نامڪمل هوندو!

۽ مونکي ياد اچي ٿي، مولانا عطاءَالله شاهہ بخاري مرحوم جي هيءَ ڳالهہ: "آئون اُتي هليو ويندس، جتان موٽي ڪوبہ ڪونہ آيو آهي. پوءِ توهان مونکي سڏيندا، پر توهان جو سڏ، توهانجي ڪنن سان ٽڪرائجي، توهانکي ٽڪائي وجهندو - پر توهين مونکي نہ ڳولي سگهندؤ!!"

۽ حشو ڪيولراماڻيءَ سان بہ ائين ئي ٿيو!

—

محترم جي.ايم.سيد کي لکيل حشوءَ جا خط بہ پڙهڻ جهڙا آهن. شاهہ صاحب کي 8-مئي 1965ع تي لکيل هڪ خط ۾ لکي ٿو "پنهنجي ئي وطن جي ئي سياست نہ هلائي سگهيس. ڪتاب برابر لکي ڏنم، پر اهو پڻ انگريزي ٻوليءَ ۾ ۽ توهان جي سياسي ماضيءَ جي بنياد تي. توهان جي ڳوٺ سن ۾ ئي اچي، سنڌيت جو سچو روپ ڏٺم. ۽ مهراڻ جي ڪناري تي توهان سان رهاڻيون ڪندي ۽ صوفي ڪلام ٻڌندي ئي پنهنجي جنم ڀوميءَ جو احساس سمجهڻ لڳس. ان ڳوٺڙي ۾ ئي مهراڻ جي ڪناري تي وحدت الوجود جو نظارو ڏسي سگهيس. توهان اسلام جي غير تعصبي پهلوءَ ۾ خاص ڪري صوفين بابت پڻ گهڻو احساس جاڳايو. جنهن مون کي رنگ ڍنگ ۾ وڏيڪ مسلمانڪو بنايو ۽ گهڻا دوست منهنجي نالي

جي باوجود پڻ مون کي بي تعصبي جو وڏو مثال ڪري سمجهندا آهن....
توهان جي مهمان نوازي، غريب پروري، انسانيت، غير فرقيواري روش ۽
هردم اميراڻي هلت منهنجي دل کي گهايل ڪري ڇڏيو ۽ ولايت عرش
تان لاهي ديس جي زمين تي آندو. انهي تواريخي گهٽنا ۾ جنهن نموني
توهان پنهنجي هم وطنين کي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي، تنهن لاءِ دائمي
حسرت اٿم. ماڻهو سياست کهڙي به کيڏي يا آئيڊيالاجي جا قسم ڪٽن،
پر سندن انسانيت جو آزمودو اهڙي وقت ٿئي ٿو ۽ سندن مثال لکين
انسانن جي زندگيءَ ۾ دائمي ڦيرو آڻي ٿو ڇڏي. موجوده بين الاقوامي گهٽنا
۾ پڻ اهڙي انسانيت جي ضرورت آهي. انسان ذات جا هن وقت فقط به فرقا
آهن: هڪڙا اهي جن جي دماغ ۾ فرعونيت ۽ وحشانيت وسي ٿي، هڪ
ٻئي دٻائڻ سان سموري انسانيت ختم ٿي سگهي ٿي. مان ڪنهن دردناڪ
گهٽنا سان حياتي بچائي نڪتو آهيان. البت مفلس آهيان پر دل
شهنشاهه جي اٿم. جيئي سپاهيملاڻي ۽ پائي پرتاب ڪڏهن ڪڏهن
ملندا آهن. لکن جا مالڪ آهن جيڪڏهن دل جي همت رکي مدد ڪن ها
ته گهڻو ڪجهه ڪري سگهان ها. پر موجوده سمي ۾ هر ڪو پنهنجي فڪر
۾ مبتلا رهي ٿو!"

-

حشُو ڪيولراماڻي ورهاڱي کان اڳ ۾ ڪيترين ئي ڪهاڻيون به
لکيون. انهن مان سندس هڪ ڪهاڻي پدم 1946ع جي ڪنهن مخزن ۾
پڙهي هيم. اها ڪهاڻي هڪ ننڍڙي نينگري تي لکيل هئي. مون سندس
ڪهاڻي "پدم" 1976ع ۾ ڏرتي رسالي ۾ شايع ڪئي هئي. اڄ اها ڪهاڻي
منهنجي هٿن ۾ آهي. رات جو وقت آهي، ۽ مان اها ڪهاڻي وينو پڙهان
(اها ڪهاڻي سال 1945ع ۾ ڪتاب آگسٽ انقلاب جي نالي سان
ڪراچي ۾ ڇپيل آهي)

## ”پدمر“

هوءَ منهنجي دل جي راڻي هئي.

شام جو جڏهن گهر واپس ورندو هوس تہ هوءَ ڪنهڙي ۾ ڪٽ تان بيهي منهنجو انتظار ڪندي هئي. ڏاڪڻ تي پير رکندو هوس تہ هوءَ پنهنجي منڙي آواز سان مون کي ڪيڪاريندي هئي. ماني کائڻ ويهندو هوس تہ اجهل لاڏ ڪوڏ سان لڏندي لمندي پاڻيءَ جو گلاس ڀري ايندي هئي. ميز تي پڙهڻ ويهندو هوس تہ هوءَ پنيان پابوهہ سان اچي مون کي ڀاڪر پائيندي هئي. صبوح جو اک کوليندو هوس تہ ڪيس پنهنجي سيراندي تي مشڪندو ڏسندوهوس.

هن جو نالو پشپا هو.... ليڪن مان کيس پدمر ڪري سڏيندو هوس.

هوءَ منهنجي پاڙيسريءَ چندو لعل جي ابهمر ڪڪي هئي. عمر پنج سال، شڪل جي ڳوري، ڳالهائڻ جي سپاجهڙي...

هڪڙي ڏينهن گهر واپس وريس تہ ڪنهڙي ۾ سندس چهرو نہ ڏسيمر... ڏاڪڻ تي پير رکيمر تہ مون کي ڪنهن ڪونہ ڪيڪاريو. مانيءَ کائڻ مهل پڻ هوءَ ڏسڻ ۾ ڪانہ آئي.

سمجهيمر تہ شايد پدمر مون سان رُني آهي. صبوح جو پڙهڻ مهل مون کي پلايو هئائين. سو البت ترشيءَ سان ڇينيپيو هومانس.

ڳالهہ وسري ويئي هيمر پر هاڻي پشيماني محسوس ڪرڻ لڳس.

مون وچي سندس در کڙڪايو پر جواب ڪونہ آيو. دل ۾ ڏڪ ڏڪ ٿيڻ لڳي. در کي ساري طاقت سان کڙڪايمر. نيٺ در کلڻ جو آواز ٿيو پر چانئٺ تي فقط گهر جو نوڪر ڏٺمر. اندر سن سنات لڳي پيئي هئي. سڀ ياتي باهر ويل پئي ڏٺا. سمجهيمر تہ شايد هو ڪنهن ڪيل تي ويا آهن. دل سامت ۾ آيمر. نوڪر کان احوال پڇيمر....

منهنجي پيرن هيٺان زمين کسڪڻ لڳي ۽ هوش حواس گم ٿي ويا. مون نوڪر کي گاڏيءَ لاءِ ڏُڪايو. تيستائين هيٺ ٿلهي تي متوالن وانگر ڦيريون پائڻ لڳس.

گاڏيءَ واري کي چيم, "سڌو سول اسپتال ڏانهن هل, گاڏيءَ کي تڪڙو هلائي, ڏهن منٽن ۾ پهچائي ته ڊبل ڀاڙو ڏيندوسانءِ."

رستي تي اونده هئي ۽ منهنجي اندر ۾ ان کان وڌيڪ انڌڪار ڇانيل هو. سامهون فقط گاڏيءَ واري جو جهڪو ڀاڇو پسي رهيو هوس. منهنجي دماغ ۾ هوائي جهازن جو غمسان ۽ غوغاءَ هو. گهوڙي جي ٽاپ ٽاپ ۽ منهنجي دل جي ڌڪ ڌڪ جي وچ ۾ جٽڪ شرط پچي رهي هئي.

مان خيال ڪرڻ لڳس... ڇا دنيا ۾ بي رحميءَ ۽ ظلم جي حد ئي ڪانه ٿيندي آهي؟ پدما جهڙي معصوم ابهم ڪهڙو ڀاري گناه ڪيو جو ڪيس لٺ جو شڪار بڻايو ويو. منهنجي دل جي راڻي, ڪل ۽ مسڪراهٽ جي متوالي, معصوميت جي موت... ڪيڏانهن منهنجي ننڍڙي پدم جهڙو ڪومل ڪنول, ڪيڏانهن راڄنيتيءَ جهڙو قهري ۽ تند طوفان!

نوڪر ٻڌايو هوم ته ٻار گهٽيءَ ۾ راند ڪري رهيا هئا. هڪ ٻئي کي چولي کان وٺي, هنن قطار ڪري ڏُڪون پئي پاتيون. آزاديءَ جي ڏينهن جو اُمنگ, ٻارن جي اُسرندڙ دلين ۾ تمتار هو. قوم جا نيتائون قيد جي ڪوٺڙين اندر بند هئا ۽ سرڪار جي دبڙ دوُنس جي پاليسي, بک ۽ مهانگائيءَ ماڻهن کي هٽي ساٹو ڪري ڇڏيو هو. ڪن سپاهين کي ڏسي هو زور سان نعرا هڻڻ لڳا. ننڍڙي پدما پڻ سندن پنيان لچڪندڙ ٽنگن سان ڏُڪڻ لڳي. هوءَ توتلي زبان سان نعرن ۾ ٻين کان البت سرس هئي.

اوچتو هن هڪ دل ڦاڙيندڙ چيخ ماري هڪ ڇتيءَ لٺ مٿس وار ڪيو هو. سندس ريشم جهڙو بدن, لال خون ۾ رنڱجي, مٽيءَ تي ليٽڙجي ڪري پيو.

الاجي گهڻا منٽ لڳا, وقت خاموش ۾ ڪتل ئي ڏنو شايد صديون گذري ويئون جڏهن مان اسپتال جي در تي پهتس.

ڪوٺيءَ ۾ اندر پير پاتم تہ منهنجي نظر سڌو پدما تي پيئي. سندس چوڏاري سندس مائٽن جو انتظاريءَ سان پريل چهرو ڏٺم. پر منهنجو چت پدما ۾ هو.

هوءَ ڪٽ تي بيهوش پيئي هئي. ڪيس لونڏڙيءَ وارو ڏڪ لڳل هو ۽ هوءَ اڃا سرجيت ڪانہ تي هئي. ڊاڪٽر بلڪل ڳنڀير ٿي ڏنو پر مائٽن کي آٿ ڏيڻ ۾ وسان نٿي گهٽايائين.

اوچتو پدما هنڌ تي لچي پچي ۽ آهستي آهستي اکيون کوليائين ۽ سندس نظر مون تي پيئي. سندس نگاهہ ۾ ساڃي مسڪراهٽ ظاهر ٿي. ساڳئي توتلي زبان ۾ هن ڪي لفظ ڪڇيا. مون پنهنجا ڪن سريلا ڪيا. مون پڇيومانس، "منهنجي منڙي پدما ڇا ڪيئي؟"

پدما وري ڪجهہ ٻوليو. مون سمجهيو.. منهنجي بهادر پدما چيو "دادا هندستان آجادا!"

بيشڪ پدما! تو جهڙين ٻي ڊپين، لاثاني ٻارن سان هندستان ڪيئن نہ آزاد ٿيندو؟ مادرِ وطن جي گرڀ مان اهڙا ننڍڙا ٻار نڪرن تہ ڪيس ڪير زنجيرن ۾ جڪڙي رکندو؟

توکي ڇا کپي؟ آجاد هندستان؟

تون مون جيڏي نوجوان ٿينديءَ تنهن کان اڳ آزاد دنيا جي آزاد هندستان جو فخر ضرور حاصل ٿيندو. تيستائين اسان جي اُسرندڙ حياتين کي خون جي ندين ۾ ٽُٻيون هڻيون پونديون.

جنهن ڳالهہ ۾ هيستائين البت شڪ هوندو هوم تنهن ۾ هاڻي پڪ ٿيم. هندستان ضرور آزاد ٿيندو.

---

حشوءَ جو هي خط ڪيڏو نہ عجيب آهي، جيڪو هن محترم جي.ايم.سيد کي تاريخ 6_آگسٽ 1965ع تي لکيو هو.

"مون کي اهو ٻڌي خوشي ٿي آهي. اوهان سيني کي جن اوهان کي ڏک ڏنا آهن. معاف ڪري ڇڏيو آهي. اها سنڌيت جي روح جي خلاف

آهي، تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ لاءِ زباني فرقيوار بنياد تي نفرت رکجي. هن خط سان گڏ آئون صدر جنرل ايوب کي موڪليل پنهنجي خط جي ڪاپي بہ موڪلي رهيو آهيان. هن مسٽر اي.ڪي.بروهيءَ سان قسم کڻي چيو هو تہ سنڌين ٻاهرين حملي آورن جي هٿان گهڻو ئي وقت سٺو آهي ۽ هيءَ پناهہ جي حيثيت ۾ انهن ذکن جو سدباب ڪندو!

-

شيخ اياز تي بہ حشو ڪيولراماڻيءَ جو تمام وڏو اثر هو. هڪ ڀيرو اياز پنهنجا نظم پڙهي ٻڌائي رهيو هو. اوچتو مون حشو بابت سندس نظم پڙهڻ لاءِ چيو هو. اياز ڪا مهل پنهنجي ڊائريءَ جا پنا اٿلائيندو رهيو بعد ۾ هڪ ٻي ڊائريءَ مان حشوءَ بابت پنهنجو نظم پڙهي ٻڌايو هئائين:

الهاس نگر جي تيز هوا،
ڪنهن وقت حشوءَ کي ڳولي ٿي،
الهاس نديءَ ۾ ڦولي ٿي،
هو ڪير هيو جو سپنو هو،
جو قيد ڪڙن ۾ سايپان جي،
هئن ڦاٿو هو؟
تاريخ هئي طوفان جيان،
مان ان ۾ تحريرون هُن جون،
ڪنهن جاءِ ڏسان؟
هي حشُو جيڪو سنڌ هيو
انسان هيو ارمان هيو
نادان هيو
هُن ڪونہ ڪيو ڪو سمجهوتو
اي ڪاش!
انهيءَ جو مان جُوتو

ڪنهن وقت ڪٿان،
اي ڪاش!
سمنڊ جي توڙهہ مٿان ايڏو تہ هٽان،
ايڏو تہ هٽان....
ايڏو تہ هٽان...

—

اياز نظم پڙهي ماٺ ٿي ويو هو ۽ مون هن کي ڪنهن اوچي ويچار ۾ گم ٿيندي ڏٺو هو. سندس هڪ هٿ ۾ اڻ دُکيل سگريٽ هو ۽ هو خبر ناهي ڪهڙي ويچار ۾ هو؟

—

حشُو ڪيولراماڻي سان منهنجي سڃاڻپ خطن ذريعي 1969ع ۾ ٿي هئي. ان وقت آئون هند جي سنڌي اديبن، حشُو ڪيولراماڻي، اتم، ڪيرت ٻاٻاڻي، موهن ڪلپنا، گنو سامتاڻي، لعل پشپ، گورڌن محبوباڻي، ايشور چندر، واشديو سنڌو ڀارتي، هريڪانت، لڇمڻ ڀمڀاڻي ۽ ٻين کي خط لکندو هوس. حشوءَ کي بہ مون ڪيترا خط لکيا هئا. جواب ۾ هن بہ ٻہ چار خط مون ڏي لکيا هئا. جنوري 1970ع ۾ اسان جي قيصر سئنيما حيدرآباد جو مئنيجر غلام مصطفيٰ چوهاڻ ڀارت وڃي رهيو هو. سندس وڏا راجستان جا هئا. ڪيس جيپور، جوڌپور، دهلي ۽ بمبئي وڃڻو هو. مون ڪيس حشُو ڪيولراماڻي ۽ اُتم لاءِ ڪجهہ ڪتاب ڏنا هئا. هو کوکري پار کان ريل ۾ هندستان ويو هو. اتي هو دهليءَ ۽ بمبئي وڃي پهتو هو. دهلي ۾ هن حشوءَ کي سنڌي ڪتاب ڏنا هئا، تہ حشو ڏاڍو خوش ٿيو هو. بعد ۾ مصطفيٰ، بمبئي ۾ وڃي اُتم سان گڏيو هو. اُتم ڪيس ڳوڻ ڪتابن جي منهنجي لاءِ ڏني هئي. اهي سمورا ڪتاب شيخ اياز مون کان نبي بخش کوسي سان گڏ گهران اچي وٺي ويو هو. ان وقت حشوءَ مون کي هي خط لکيو هو:

38_ ڀڳت سنگهہ مارڪيٽ،
نئين دهلي،
31_جنوري 1970

پيارا مدد علي،

تنهنجو دوست غلام مصطفيٰ ڪالھ تنهنجا اماٽيل ڪتاب ۽ اجرڪ پهچائي ويو مهرباني. قرب. تون پري رهي ياد ٿو ڪرين، اها ڳالھ نہ وساري سگهندس. اياز ۽ سوڀو گيانچنداڻي تنهنجا دوست آهن. طارق اشرف تنهنجي لاءِ خط لکيو هو. جيڪو بہ غلام مصطفيٰ مون کي ڏنو. اڳي مهراڻ جا پرچا ايندا هئا، هاڻ اهي بہ نٿا پهچن. تنهنجي موڪليل اجرڪ، مون پنهنجي پٽ گُل کي ڏني، تہ هو ڏاڍو خوش ٿيو. ڪيس ٻڌايم تہ هي سنڌ جي سوکڙي اٿئي. مون کي ان مان وطن جي محبت جي سڳنڌ پئي آئي. اجرڪ جي سڳنڌ سدائين ايندي تہ توهين سڀ دوست مهربان ۽ سنڌ وطن ياد ايندا. گل منهنجو پٽ بہ آهي، تہ دوست بہ اٿم. طارق اشرف هن سان ملاقات ڪري ويو هو. اياز جا ڪهڙا حال آهن؟ چئجانس تہ ڪڏهن خط لکندو ڪري. تون خط ۾ پڇيو آهي تہ آئون ڇا پيو ڪريان؟ دوست، اڄ ڪلھ واندو آهيان. هتانجي سنڌين کي اجا بہ سنئين مت نہ آئي آهي. ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن سيني کي ضرور ايندي. تون مون کان پنهنجي رسالي اڳتي قدم لاءِ ڪهاڻي گهري آهي. دوست ڪهاڻي ڪو وقت ٿيو تہ لکڻ ڇڏي ڏنم. تو وٽ منهنجي ڪا پراڻي ڪهاڻي هجي تہ اها هلائي ڇڏج. مون ڪجھ وقت اڳ سنڌي سماج لاءِ ئي گهڻو ڪم ڪيو. هاڻي تڪجي پيو آهيان. هتي سنڌي متئين درجي وارا شاهوڪار بہ گهڻا آهن پر سنڌي ڪتابن ۾ شوق گهٽ اٿن. سنڌ بابت مون ڪتاب لکڻ جو ارادو ڪيو آهي، ڏسون تہ ڇا ٿو لکان؟ زمانو تيزيءَ سان بدلجي رهيو آهي. جي.ايم.سيد کي منهنجا

سلام پهچائجائين. چئجانس تہ حشُو اوهان کي وساريو ناهي. هت بہ هر دم ياد آهيو.

والسلام

حشو

38_ ڀڳت سنگهہ مارڪيٽ،

نئين دهلي،

محترم دوست، مدد علي!

تنهنجي قربائتي خط ۽ سوکڙي لاءِ مهرباني. توهان جي موڪليل مخزن اڳتي قدم ڪجهہ وقت ٿيو تہ پهتي هئي. ان کان پوءِ توهان جا بہ ڪتاب بہ پهتا هئا. مگر ترت جواب ڏئي نہ سگهيس جو ارادو هوم تہ سوڀي جي نئين ڪهاڻي پڙهي، ان تي رايو لکندس. آئون ذاتي طور تي تنهنجي قرب جو ٿورائتو آهيان. مهرباني. سنڌ مان گهڻي وقت کان پوءِ تنهنجي ۽نهي خطن پنهنجي ۽ ملڪي ماڻهن جي ياد ٻيهر تازي ڪري ڇڏي، جيڪا جلاوطني جي جولان ۾ غلطان هوندي بہ سنڌ سميت ڪڏهن نہ وسري آهي. تنهنجا ٻئي خط پڙهي سچ تہ نهايت خوشي ٿي، مگر ان سان گڏ ڪجهہ ارمان بہ ٿيو. ڪيترو وقت گذري ويو آهي، جو وطن جي زيارت نصيب نہ ٿي سگهي. شروع شروع ۾ ڪيتري اُڪير هئي وطن واپس اچڻ جي، مگر حالتون سٺايون نہ بڻيون. سنڌڙي نہ اچڻ جي حسرت رهندي. ديس جي زمين کان زوري ڪيڏڻ واري تواريخي گهٽنا منهنجي دل کي گهايل ڪري ڇڏيو. پر ڪهڙي خبر تہ ايڏانهن جلد ئي اچان ۽ مهراڻ جو پڻ ديدار نصيب ٿئي. ڪيترائي جهونا يار ڏسڻ جي خواهش اٿم. هتي ٻيو ڪو بہ دوست ڪونهي. طارق اشرف کي جواب ۾ منهنجا بہ سلام ڏجائين. آءٌ ۽ منهنجو پٽ گُل اچا تائين ڪيس ياد ڪندا

آهيون. تنهنجي لاءِ پنهنجو ڪتاب سنڌي شارٽ اسٽوريز رکيو اٿم.
موڪلبو. سڀ سک. وڏيڪ دعا ۽ سلام.

(نوٽ: پنهنجو فوٽو موڪليان پيو. سنڀالي رکج. ان سان گڏ هڪ
پيو فوٽو منهنجي ماءُ ۽ پٽ گل جو اٿو.)

تنهنجو
حشو

—

38_ ڀڳت سنگهه مارڪيٽ،
نئين دهلي،
10_نومبر، 1970

مهربان نوجوان دوست،

تنهنجو خط پهتو اٿم. تو اڳتي قدم لاءِ ڪجهه لکڻ لاءِ چيو آهي، پر
لکڻ مان ڇڏي ڏنو اٿم. تو واري مئگزين بہ پڙهي پوري ڪئي اٿم. شابس
هجنئي، تہ سويي ڪان گهٽي وقت ڪان پوءِ بچاءُ بند ڪهاڻي لکرائي اٿئي.
سويي جي ڪهاڻي ۾ اڳوڻو چس نہ رهيو آهي ۽ ڪهاڻي رواجي آهي.
ڪوشش ڪندس تہ هن مخزن مان ڪجهه ڪهاڻيون انگريزي ۾ ترجمو
ڪرائي ڇپرايان.

تو جهڙن نوجوانن جي جذبي متاثر ڪيو اٿم. آئون سنڌي ٻولي ۽
وطن کي اڄ بہ ياد ڪندو رهان ٿو. جيتوڻيڪ پڪو پهہ ڪيو هوم
پنهنجي اباڻي وطن کي هرگز نہ ڇڏيندس. مگر حڪومت اهڙي اجازت نہ
ڏني. اڄ بہ پنهنجي وطن کي سنڌي ٻوليءَ کي ۽ ماڻهن کي نہ وساريو اٿم.
اوهين نوجوان آهيو. سچ کي اصل نہ ڇڏجو. جو سچ کي پڌرو ڪرڻو
پوندو. سنڌي هڪ وڏي اٿل پٿل مان گذريا آهن. جيڪڏهن هن وڏي اٿل
پٿل ۾ سندن آواز گم ٿي ويو تہ اها ڏاڍي ٽريجڊي ٿيندي. سنڌي قوم وٽ

ثقافت آهي. لوڪ ادب جو املهہ خزانو آهي. اهڙو ادب ايشيا جي ڪنهن بي قوم وٽ ورلي هوندو. اميد آهي تنهنجو مئگزين نوجوانن ۾ سجاڳي لاءِ ڪم ڪندو رهندو.

اهو منهنجو اعزاز ليکجي، تہ ان ۾ هرويرو وڏاءُ هرگز ڪونهي، تہ ورهاڱي ڪانپوءِ ٽن ورهين تائين پنهنجي اباڻي وطن ۾ رهيو پيو هوس. قيد، ڪونڙي، ۽ وطن سان زبرستي نيڪالي واري عرصي کي پوڳيم. پر قيد ۾ بہ خوش هوس، تہ گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي وطن ۾ تہ آهيان. وڏي ڳالهہ تہ ورهاڱي جي پونچال کي پنهنجي اکين سان ڏٺم. اها ڪٿا، جيڪا سوين، لکين ماڻهن کي سندن بربادي‍ءَ ڏانهن وٺي پئي ويئي. هاڻ ورهاڱي کي 23 ورهيہ لنگهي ويا آهن پر 1947 جي ورهاڱي سنڌ کي هڪ بئي موهن جي دڙي جي ڏکوئيندڙ خوفناڪ تباهيءَ جهڙي حادثي سان مقابلو ڪرڻو پئجي ويو. انجي نتيجي ۾ تاريخ جو تمام وڏو منجهائيندڙ معمو رونما ٿيو. تڏهن ئي مون کي محسوس ٿيو هو تہ سنڌي قوم انهن حادثن سان مقابلو ڪري سگهندي الائي نہ. هاڻ هند ۾ رهندڙ ۽ سنڌ ۾ رهندڙ سنڌين لاءِ وڏا چئلينج آڏو آهن. پر خاطري اٿم تہ سنڌ ۾ سنڌي قوم پنهنجي جيئاپي کي ضرور برقرار رکڻ ۾ ڪامياب ويندي.

حشُو

-

حشُو ڪيولراماڻي جو ستارو سيجيٽيرس يعني قوس هو. آچر جي ڏينهن 14_ڊسمبر 1914ع تي هو پرين شهر ۾ ڄائو هو. سندس پيءُ ٿهلرام مختيارڪار هو. آسودي گهر سان تعلق هوس. اٺن سالن جو هو تہ سندس پيءُ ٿهلرام کينومل 8_ڊسمبر 1923ع تي حيدرآباد ۾ گذاري ويو. حشوءَ جي ستاري جا ماڻهو فلاسفر، آزاد، پيار، محبت وارا، جوش وارا، جذباتي ذهين ماڻهو هوندا آهن. ۽ اهو ماڻهو قدرتي طور تي مفڪر ۽ بڌيمان هوندو آهي ۽ ٻين کي سيکارڻ ۽ سکڻ هن جي هابي هوندي آهي. خاص طور تي اهو شخص پڙهيل لکيل ۽ رٿابندي سان هلندو آهي. ٻئي طرف هو

سست ۽ غير منظم ۽ آواره گرد هوندو آهي ۽ سونهن سان كيس گهڻو پيار هوندو آهي.

سيجيٽيرس اسٽار وارو شخص سدائين سٺو لباس پائيندو آهي ۽ سٺي ڊريس هن جي هابي هوندي آهي. هن جي شخصيت اهڙي تہ سحر انگيز هوندي آهي جو ماڻهو پاڻمرادو هن ڏي ڇڪجي ويندو آهي. ان سان گڏوگڏ هن کي پنهنجي آزاديءَ سان محبت هوندي آهي ۽ نفرت ڪندو آهي تہ هو ڪنهن ٻئي جي گرفت ۾ نہ اچي! اهو ماڻهو ساڳئي وقت ٻين ماڻهن جو اونهو تجزيو ۽ اڀياس ڪرڻ جي طاقت رکندو آهي. هن اسٽار واري ماڻهوءَ جي نَنڍپڻ کان اها خواهش هوندي آهي تہ هو پنهنجي تعليم ٻاهرين ملڪن مان حاصل ڪري اچي! ذاتي طور تي انتهائي لاپرواهہ هوندا آهن ۽ گهڻو ڪري هن اسٽار جا ماڻهو مختلف موضوعن تي اڀياس ڪندا رهندا آهن. هي پنهنجن ڳالهين ۽ بحث سان ٻين ماڻهن کي متاثر ڪري ڇڏيندا آهن. وڏي ڳالهہ تہ قدرتي طور تي هن اسٽار جي ماڻهوءَ کي صحيح ۽ غلط جي سڃاڻپ هوندي آهي ۽ ڪو بہ جوکم کڻڻ کان اصل نہ گهٻرائيندا آهن. ايڊونچرسٽ هئڻ هنن جي خاصيت هوندي آهي. بدقسمتيءَ سان هنن جي ايمانداري ٻين کي نہ وڻندي آهي. طبيعت ۾ سُستي هوندي بہ اصل آرام پسند بنهہ نہ هوندا آهن ۽ خود اعتمادي حد کان وڌيڪ سندن طبيعت ۾ رهندي آهي. اڪيلو نہ رهڻ پسند ڪندا آهن ۽ هر وقت ماڻهو هن جي چوڌگرد ضرور موجود هوندا آهن. هر ماڻهوءَ تي اعتبار ڪندا آهن، پر هنن جا خواب ڏاڍا اُوچا هوندا آهن.

---

27_اي، پرنس ڪامپليڪس،
ڪلفٽن ڪراچي.

پيارا مدد علي،

تون حشوءَ ڪيولراماٽيءَ بابت مون کي خط لکڻ لاءِ چيو آهي، جو تون هُن بابت ڪجهہ تو لکڻ چاهين. منهنجون تو سان حشوءَ بابت

ڪيترين ئي ڪچهرين ٿيون آهن. مون کي ياد آهي ته تنهنجي ٻنهي گهرن ۾ حشوءَ بابت ڪيترو وقت ڳالهائي رهيا هئاسين. غالباً تنهنجي حيدرآباد واري گهر، جيڪو تلڪ چاڙهيءَ تي هو. پاڻ اتي ڇت تي ويٺا هئاسين. جويو به گڏ هو. تنهنجي گاڏي کاتي واري گهر ۾ سدائين پاڻ حشوءَ بابت ضرور ڳالهائيندا هئاسين. تون سچ ٿو چوين، ته حشوءَ بابت مون کي ڪوئي ڪتاب ضرور لکڻ گهرجي. سيد به هن تي لکيو آهي پر شخصي طرح آئون هن تي گهڻو ڪجهه لکي سگهان ٿو ۽ ڪيترن هنڌن تي مون هن جو ذڪر ڏاڍي پيار سان ڪيو آهي.

مون اها ڳالهه ڪٿي لکي به آهي ته مان جيڪي ڪجهه به آهيان، اهو حشو، سوڀي ۽ جويي جي ڪري آهيان. انهن ماڻهن سان منهنجي ملاقات نه ٿئي ها، ته مان مان نه هجان ها.... توکي حشو سان ڪيڏو نه پيار آهي، ان ڳالهه جي مون کي ڄاڻ آهي. مان اڪثر سوچيندو آهيان. تنهنجي هن سان ڪيڏي نه سڪ آهي. باقي جي تون هُن سان ملين ها، ته توکي معلوم ٿئي ها ته ڀِٽائيءَ جي انهيءَ سٽ "مون سي ڏٺا ماءُ، جنين ڏٺو پرين کي!" ۾ ڪهڙي ڪيفيت سمايل آهي. سنڌ ڀيو حشو ڪٿان آڻيندي؟ حشو جو چوندو هو ته، "مان واڻيو نه، ڄَٽُ آهيان، مان سردار حشمت الله آهيان. ڄٽ ڪهاڙي آهي، ڪوڏر آهي، هر آهي، واهولو آهي، ڏر ٽٽيءَ جي دانهن آهي، پگهر جي پڪار آهي. واڻيو موڙي آهي، مرادي آهي، ٽر جي ٽڏي مٽي آهي، آڳڙيءَ جو انقلابي آهي. سنڌ ۾ سچو ڪرانتڪاري فقط ڄٽ تي سگهيو آهي!" مون کي چڱي طرح ياد آهي. ته حشوءَ مون سان مرڪي موڪلايو هو ۽ مون اهڙي مرڪ اڄا تائين ڪنهن جي به چپن تي نه ڏٺي آهي، جڻ ڏک جي ڏائڻ جو ڪنجرو ڪري پيو هو ۽ ان مان ڪائي ابوجهه نينگري گڏيءَ جا ڪپڙا سبي رهي هئي. مون اها ڳالهه اڳ به لکي آهي ته حشوءَ جي ڪهڙي نه انوکي هئي اها مرڪ! جڻ پنيور جي پت تي سسئيءَ جي پوئين چمي هئي! جڻ راءِ ڏياچ جو وردان هئي! پر اهو دان هن ڪنهن کي تي ڏنو؟ ڪنهن کي هن جي سر جي طلب هئي؟ مان جڏهن به حشوءَ جي باري ۾ سوچيندو آهيان، تڏهن

ائين نظر ايندو آهي تہ مٽيءَ جي ڍير ۾ ڪائي سرنگھہ آهي، جنھن مان هو پري پري وڃي رهيو آهي. اها سرنگھہ موت جي سرنگھہ آهي، جلاوطنيءَ جي سرنگھہ آهي ۽ انجي مٽيءَ ۾ سنڌ جون روايتون ليٽڙيون پيون آهن ۽ هو موملَ جي ماڳ، مارئيءَ جي لوئيءَ کي لتاڙيندو وڃي رهيو آهي. هن کي ويندو ڏسي مان ڊوڙ پائيندو آهيان تہ هن جي پانڌ کي پڪڙيان، روئان، ليلڙاتيون ڪيان ۽ هن کان پنهنجو عظيم گناھ بخشايان. پر سرنگھہ جو لنگھہ مون لاءِ بند ٿي ويندو آهي ۽ حشو موٽي نہ سگھندو آهي.

مون کي ياد آهي تہ حشوءَ کي هوائي جهاز تي چڙهي موٽي برنس گارڊن ۾ آيو هوس ۽ بينچ تي ڦان ٿي ڪريو هوس. سامهون حشوءَ جي فليٽ ڏي ويندي منهنجي دل بہ نٽي ٿي. مون کي گذري ويل وقت ڏوڙ جي ميرانجهيءَ لٽاڙ ۾ ٻڏندي پئي نظر آيو. ڪائي رڙ منهنجي اندر ۾ رهجي ويئي هئي ۽ اها منهنجي هانوَ کي چيري رهي هئي. مون کي برنس گارڊن جا گل ۽ انهن تي اڏامندڙ پوپٽ بہ نہ پئي وڻيا. ان وقت هڪ يونئر گينڊي جي گل تي ڀري رهيو هو. مون ان کي ٻڪ ۾ جهلي ٻنهي ترين جي وچ ۾ چيپاٽيو هو ۽ پنهنجا هٿ هن جي لويل نچويل ڪنيڙاٽين ۾ لبڙي، گندا ٿي ويا هئا. پوءِ مون اهو گينڊي جو گل پٽي ان جي پٽي پٽي چپٽين ۾ مروڙي هئي ۽ ان جي ڏانڊيءَ کي لتون هڻي، ان کي جڙ کان جهونجهڪاري ڇڪي ڪڍيو هو. جڏهن پوءِ بہ مون کي چين نہ آيو هو تڏهن ڪيسي مان چاقو ڪڍي مون ان کي ناريل جي ٿڙ ۾ ڪيئي ڀيرا هنيو هو. ”ڪانئر، ڪمينا، نيچ“ مون پاڻ کي بار بار گاريون ڏنيون هيون. جڏهن رات ٿي هئي، تڏهن مون کي ستارا ايئن لڳا هئا، جڻ ڪنهن ازلي باد فرنگ جون ڦرڙيون ڦسي پيون هيون.

منهنجي اها حالت ڏسي، حشوءَ جو دوست مونس بہ پريشان ٿي ويو هو. اها ئي رات هئي. جڏهن سستي رم جي بوتل وٺي آيو هوس ۽ پوءِ مون ۽ مونس ويهي سڄي رات شراب پيتو هو. پوءِ مون پنهنجي قلمي نسخن جي ڍير تي ڪجھہ رم هاري ان کي ماچيس جي تيلي ڏني هئي. گھڙي ۾

اهو ڪلام پنيٺ تي پڙڪيو ۽ اسان ان آگ تي هٺ سيڪنڊ رم پيئندا رهيا هئاسين. جڏهن اهو ڍير رک تي ويو هو، تڏهن مونس ٿهڪ ڏئي چيو هو "اياز توکي تہ پنهنجو پورو ڪلام ياد آهي. حشو بہ توکان ڪڏهن نہ وسرندو، جيستائين انهن يادن کي جلائي رک نہ ڪندين، تيستائين تنهنجي نجات ناممڪن آهي!"

ادا، واقعي هن سچ چيو هو. نہ مان پنهنجو ڪلام وساري سگهيس، نہ وري حشوءَ کي وساري سگهيو آهيان. اهو سچ آهي. تو فرمائش ڪئي آهي، ان مان توکي گهڻو ڪجهہ حشو بابت لکي ڏيان. گهڻيون ڳالهيون ياد ٿيون اٿم. مون کي يقين آهي تہ تون حشوءَ بابت گهڻي معلومات گڏ ڪري وٺندين. حشوءَ سان منهنجو ساٿ هڪ لمبو داستان آهي ۽ ان کي کولڻ لاءِ هي حياتي ڏاڍي مختصر آهي. تو اها ڳالهہ صحيح لکي آهي تہ آرٽ، ادب ۽ سچ زندگيءَ جا ڏکوئيندڙ رستا آهن ۽ رستي هلندڙن جا پير ضرور لهو لهان ٿيا آهن پر ماڻهو پنڌ ڪري منزل تي نہ پهچن ۽ سڀ ڪجهہ ڇڏي ويهي رهڻ بہ تہ زندگي نہ آهي. مون ٿي ڪٿي لکيو هو تہ اهو ديس ڪٿي آهي، جتي رات نہ آهي، ۽ جتي رات آهي، اتي پرهہ ڦٽي بہ ضرور ٿيڻي آهي. توکي ياد آهي تہ تون مون کي حيدرآباد جي ڪوهنور سئنيما ۾ ڊاڪٽر زواگو فلم ڏيکارڻ وٺي هليو هئين؟ رباني ۽ جويو بہ اسان سان گڏ هئا. فلم پوري ٿي هئي، تہ مون اتي جويي کي چيو هو تہ "لارا، زندگيءَ جي لاٽ هئي يوري لاءِ ۽ اها لاٽ يعني لارا، فلم جي هيروئن، ڊاڪٽر زواگو يوري کي راهہ ڏيکاريندڙ سونهن هئي." پاڻ فلم ڏسي ٻاهر نڪتا هئاسين تہ ٻاهر سنهي ڦوار پئجي رهي هئي. مون کي ٿري پيس سوٽ پيل هو. تنهنجو گهر سئنيما جي پر ۾ هو ۽ پاڻ اتي تنهنجي گهر ۾ هلي وينا هئاسين. ايتري ۾ تنهنجو وڏو ڀاءُ آيو هو. يڪدم ڊمپل جي بوتل آڻي اسان جي آڏو رکي هئائين. ٻاهر ٻارش پئجي رهي هئي. اندر توهان جي ڊرائنگ روم ۾ اي سي هلي رهيو هو ۽ اسين برف ٿي ويا هئاسين. اتي مون پنهنجو ڪوئي نظم ٻڌايو هو.

۽ تو اتي بہ حشوءَ بابت مون کان پڇيو هو. مون ٻڌايو هو تہ جڏهن مان دهليءَ ۾ حشوءَ کان موڪلايو هو تہ، مون کي چيو هئائين، "اياز سنڌ ۾ ڪنهن پناهگير تي هٿ کڻڻ کان پهرين اهو ضرور ياد رکجائين تہ، حشو هندستان ۾ رهي ٿو."

۽ پوءِ اتي محفل ۾ سيني جي آڏو مون کي چيو هئائين:

"اياز! اُٿي بيهہ."

مون سمجهيو هو تہ، حشوءَ کي وهسڪي جا ڪيپ چڙهي ويا آهن. پوءِ هن چيو هو "اياز مون کي پيرين پئو. جيئن هي واٽيا سمجهن تہ حشو ڪيولراماڻي ڇا آهي؟"

مان نِوڙي هن جي پيرن کي هٿ لاتو هو ۽ چيو هو "حشو تون واقعي وڏو ماڻهو آهين. آئون جيڪي ڪجهہ بہ آهيان، اهو تنهنجي ڪري بہ آهيان!"

"پوءِ منهنجي اکين ۾ لُڙڪ لهي آيا هئا. مون سگريٽ دُکايو هو ۽ رم جي بوتل مان هڪ وڏو پيگ هڪ ئي ڍُڪ سان اوتي ڇڏيو هو. مون کي ياد آيو هو تہ ڪو وقت هو جو منهنجون حشوءَ سان راتين جون راتيون گذرنديون هيون. هو جڏهن ڳالهائيندو هو تہ، اسين پنڌ پهڻ ٿيو پيا هن جون ڳالهيون ٻڌندا هئاسين. پر هاڻ هن جون ڳالهيون ڪوئي ماڻهو ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هو. هندستان جا اديب، واقعي هن کي ڪجهہ بہ نہ سمجهندا هئا. رشيد ڀٽي بہ مون سان گڏ هو. اهو بہ حشوءَ جي حالت ڏسي ڏڪارو ٿي ويو هو. پوءِ اسان، پنڌ ئي پنڌ پنهنجي هوٽل ڏي موٽيا هئاسين، جيڪو اتي ئي ير ۾ هو. سچ پڇين تہ هي زندگي پنهنجي ليکي بي معنيٰ آهي الائي نہ. يا موت بي معنيٰ هوندي بہ ان کي معنيٰ ڪيئن پيدا ڪجي؟ اهو وڏو سوال آهي. مون لاءِ اها ڳالهہ اهم نہ آهي. اهم ڳالهہ اها آهي تہ حشو مري ويو. ڪيڏانهن ويو ڪا خبر ڪانهي! اصل ۾ حشوءَ جي حالت ڏسي تڏهن سمجهي ويو هوس تہ حشو ڪنهن اهڙي راهہ تي وڃي رهيو آهي، جنهن جي منزل ڪا بہ نہ آهي. مون کي محسوس ٿيندو آهي، تہ مون

۾ ”علمِ قيافا“ حالت جو اڳ ۾ علم موجود آهي ۽ اهو مون محسوس ڪري ورتو هو. ڪن ڪن انسانن پنهنجي مرڻ کان اڳ ۾ سمجهي ورتو هو تہ هو حياتيءَ جي ڪنهن سوڙهي ڳليءَ ڏي وڃي رهيا آهن. جنهن کي اڳيان ڪو بہ لنگهہ نہ آهي. انسان پنهنجي خوشي، جيئڻ تان، سک تان، شفق جي لالاڻ کان، تارن کان، چنڊ کان، آسرو پلي، اونداهي جي راهہ تا وٺي هليا وڃن. انسان ڪنهن جي لاءِ ٿو جدوجهد ڪري، لڙي ۽ وڙهي ٿو؟ سوال وڏا ۽ جواب ان جا ڏاڍا مبهم آهن ۽ مبهم سوالن تي بحث ڪرڻ ۽ ان تي لکڻ اجايو آهي.

مون کي اها رات نٿي وسري، جڏهن دهليءَ ۾ هريڪانت جي دعوت تي منهنجي حشوءَ سان بي ملاقات ٿي هئي. اتي گيتا راج، رشيد ڀٽي ۽ راج بہ مون سان گڏ هئا. اتي حشُو ڪيولراماڻي ڪچهري ڪندي ٻڌايو هو ”هُن خواب ۾ شاهہ لطيف کي ڏٺو هو ۽ پوءِ اسان سنڌ بابت خوب ڪچهري ڪئي هئي. اسان سنڌ بابت سوچيو هو تہ ايندڙ سنڌ ڪهڙي ٿي سگهندي“ ان مهل گيتا راج ۽ رشيد ڀٽي حشوءَ کي ڏاڍو غور سان ڏٺو هو. جيڪو مسلسل انگريزيءَ ۾ ڳالهائي رهيو هو.

۽ پوءِ ڳالهيون ڪندي ڪندي هو الائي ڪهڙي دنيا ۾ هليو ويو هو. اتي گيتا راج، جيڪا حشوءَ کان ڏاڍي متاثر هئي، حشو جون ڳالهيون ٻڌي اداس ٿي ويئي هئي. جڏهن اسين واپس پنهنجي هوٽل تي آيا هئاسين، تہ اتي گيتا اڇي سڏڪا ڀري رني هئي. پوءِ ٻئي ڏينهن حشوءَ پنهنجي فليٽ تي اسانجي ماني ڪئي هئي.[1]

مدد، سچ پچين تہ حشو ڪيولراماڻي جهڙو ذهين سنڌي مون سموري زندگيءَ ۾ نہ ڏٺو آهي. جڏهن هو انگريزيءَ ۾ ڳالهائيندو هو تہ خبر نہ پوندي هئي تہ هُو ڪو انگريز آهي يا هندستاني.

[1] 14 ۽ 15 جنوري 1964ع جو واقعو.

توهان حشوءَ تي ڪتاب مرتب ڪرين پيو، تہ ان ۾ مون کي ڪوئي شڪ ڪونهي، تہ توهان ريسرچ جو عنصر پنهنجي محنت ۾ ضرور شامل ڪندين. ڪڏهن ايندين، تہ دل کولي ڳالهيون ڪنداسين.

تنهنجو اياز

(21_نومبر، 1990ع تي شيخ اياز جو لکيل خط)

—

الهاس نگر، بمبئي،
12_جولاءِ، 1976ع

پيارا مدد علي،

حشو ڪيولراماڻي هينئر مون وٽان تي ويو آهي. تنهنجو موڪليل ڏرتيءَ جو پرچو ڪيس ڏنم. جي.ايم.سيد واري مضمون ۾ پنهنجو فوٽو ڏسي حيران ٿي ويو. پوءِ جڏهن پڌايومانس تہ اها تصوير مدد علي ڇپي آهي تہ پوءِ ڪيس تنهنجي يادگيري آئي. چوڻ لڳو "ها، ان ينگ بواءِ سان 1970ع ۾ منهنجي لکپڙهہ هلندي هئي ۽ هو فوٽو مون کيس اماڻيو هو. چوڻ لڳو "مدد اڃا حيدرآباد ۾ رهي ٿو طارق جي پاڙي ۾." مون کي تعجب لڳو. حشوءَ جي يادگيري ڪيڏي نہ تيز آهي. مدد واقعي توهان حشوءَ جو قدر ٿو ڪرين تہ اها تنهنجي چڱائي آهي. حشوءَ هن صديءَ جو وڏو انسان آهي.

هو مون کان تنهنجي ايڊريس وٺي ويو آهي. چيائين ٿي تہ مدد کي خط لکندس، پر لکي ڪونہ سگهندو جو وٽس پئسا آهن ئي ڪونہ. اڄ ڪلهہ سيلاني زندگي پيو گذاري. مون وٽ ايندو آهي. اڪثر ويران هنڌن تي نظر ايندو آهي. پر هيڏو ذهين ماڻهو مون سڄي هندستان ۾ ڪونہ ڏٺو آهي. حشوءَ سان بہ ڪلاڪن جي ڪچهري ڪنهن لائبريري ۾ سوين ڪتابن پڙهڻ جي مقابلي جي برابر هوندي آهي. قرت العين حيدر وارو

ڪتاب اجا هٿ نہ آيو اٿم. محمد علي روڊ تان وٺي توکي اماڻي ڏيندس.
گيتا پنهنجي چاچي کي سلام پئي ڏئي.

تنهنجو
موهن ڪلپنا

—

حشُو ڪيولراماڻي جي پڇاڙي واري حياتي ڏاڍي ڏکوئيندڙ رهي. ان بابت ڪيترين ئي ڳالهيون ٻڌيون اٿئون. ڪجھ جاڻ مون تائين بہ ايندي رهندي هئي. ان بابت ڪجھ اوهان سان تلخ ڳالهيون شيئر ڪندس.

(1) حشوءَ وٽ پڇاڙيءَ ۾ روزگار جو ڪوبہ وسيلو نہ رهيو هو. ٽائمز آف انڊيا ۾ لکڻ بند ڪري ڇڏيو هئائين. هڪ تمام وڏي جينيئس وانگر هن جي ذهن ۾ ڪجھ عجيب خيالن ۽ سوچن ويهي ديرو ڄمايو هو.

(2) آهستي آهستي هن پنهنجا قيمتي ڪتاب، جيڪي هن جي دهليءَ واري فليٽ ۾ رکيل هئا، وڪڻڻ شروع ڪيائين، جنهن جي ڪري سندس زال ۽ اڳ ڄاڻايون ڌيئون ڏاڍيون پريشان ٿيا. سندس پٽ گل جرمني ويل هو.

(3) ڪنهن ڪنهن مهل سندس ڳالهيون، صحيح تہ ڪنهن مهل هو ڪن عجيب خيالن جي دنيا ۾ وڃي ڦاسندو هو. چوندو هو ڀارت جو صدر ۽ وزيراعظم ساڻس صلاح مشوري لاءِ ايندا آهن.

(4) سندس چوڻ هو تہ آئون هڪ تمام وڏو ڪتاب لکي رهيو آهيان، ان مان مون کي تمام گهڻا پئسا ملندا. ان ڪري هن جي ڳالهين تي ماڻهن اعتبار ڪرڻ ڇڏي ڏنو.

(5) 1972ع ۾ هو صفا بوهيمن ٿي پيو هو. دهلي ڇڏي، بمبئي هليو ويو. اتي هو پنهنجي ڀيڻ جي گهر ۾ وڃي رهيو. پر رات جو

ديرِ سان اچڻ ۽ سندس ڳالهين اتي ٻه گهر وارن کي بيزار ڪري ڇڏيو. آخرڪار اتان هو الهاس نگر هليو ويو اتي هو راتين جون راتيون، وچي ڪنهن نه ڪنهن شمشان گهاٽ ۾ رهندو هو. پر صبح ساڻ ممبئي هليو ويندو هو. ممبئي ۾ هو پيرين پنڌ هلندو هو. ڪڏهن بس ته ڪڏهن لوڪل ٽرين ۾. پر رات جو آخري ٽرين ۾ الهاس نگر هليو ويندو هو.

—

1986ع ۾ هري موٽواٽي سنڌ ۾ پهريون ڀيرو آيو. ان وقت حشُو جيئرو هو. مون ڪانئس حشُو جو حال احوال پڇيو هو. هن ٻڌايو هو "مدد سچ پڇين ته حشُو تمام ڏکي زندگي گذاري رهيو آهي. ڪڏهن الهاس نگر ريلوي اسٽيشن جي ڪنهن پليٽ فارم تي، ته ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن شمشان گهاٽ ۾ رات وچي رهندو آهي. سنڌ جو هي تمام وڏو ماڻهو ممبئيءَ جي فوٽ پاٿ تي پنڌ هلندو آهي. ڪنهن ماني کارائي ته واهه، نه ته بک تي پيو گذاريندو آهي. ڪنهن مهل سئيون ڳالهيون ته ڪڏهن سمجهه ۾ نه ايندڙ ڳالهيون پيو ڪندو آهي. آئون جڏهن ٻه پنهنجي منائيءَ جي دڪان تي ويٺو هوندو هوس، ته هو مون وٽ ايندو هو. کائڻ لاءِ فقط مون کان مرملا يا پڪوڙا گهرندو هو. هڪ ڀيرو آئون دڪان تي نه هجان ته حشُو اچي نڪتو. منهنجي پٽ کان مرملا ۽ پڪوڙا گهريائين. پر منهنجي پٽ ڪيس دڙڪو ڏيئي اتان وڃڻ لاءِ چيو. پر هو ويٺو رهيو. ايتري ۾ آئون ٻه اچي ان مهل پهتس. پريان کان ڏٺم ته منهنجو پٽ حشو کي دڙڪو ڏيئي اتان وڃڻ لاءِ پيو چوي. آئون ڊوڙندو آيس ته پوءِ مون پنهنجي پٽ ۽ دڪان وارن کي چئي ڇڏيو ته جڏهن ٻه هي ماڻهو منائيءَ جي دڪان تي اچي ته کيس مرملا ۽ پڪوڙا ڏيئي ڇڏجو ۽ ڪڏهن ٻه هن کان پئسا نه وٺجو!"

ان مهل حشُو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ مون کي چيو هئائين، "هري هنن ماڻهن کي ڪهڙي خبر ته حشُو ڪير آهي؟ حشو ڪو عام ماڻهو ڪونهي.

حشُو جو قدر سنڌ وارا ڪندا. هو مون کي چڳيءَ طرح سڃاڻين ٿا. وڃي جي.ايم.سيد کان پڇو. شيخ اياز کان پڇو. علامہ قاضي کان پڇو. فيلڊ مارشل محمد ايوب خان بہ مون کي سڃاڻي. ذوالفقار علي ڀٽو ۽ هن جو والد سر شاهنواز مون کان واقف آهي. اي.ڪي.بروهي منهنجو دوست آهي. وزيراعظم اندرا گانڌي مون کان صلاحون وٺندي آهي. هي سنڌي واڻيا اصل ڪڏهن بہ نہ سڌرندا. جلد آئون سنڌ ويندس اتي سنڌي منهنجو قدر ڪندا.“

۽ پوءِ اچي تقرير ۾ پيو. مون هٿ ٻڌي ڪانئس معافي گهري. تڏهن وڃي ماٺ ٿيو. پوءِ اخبار ۾ مرملا ۽ پڪوڙا کٽي آهستي آهستي وکون کڻندو پارڪ سان ڳالهائيندو هليو ويو. آئون هن کي ويندو ڏسي پوءِ ڏاڍو رُنو هئس!

هري اهو ٻڌائي چپ ٿي ويو هو. اسين ان مهل ڪوٽڙي وٽ سنڌو درياهہ جي ڪناري بيٺا هئاسين ۽ علي بابا جي گهران ٿي واپس وريا هئاسين، جو هو گهر ڪونہ هو. اسان جي سامهون وهندڙ سنڌو درياهہ هو. اسان جي پير ۾ شوڪت حسين شورو ماٺ ڪري اهو سڀ ڪجهہ ٻڌي رهيو هو ۽ منهنجي اکين ۾ لڙڪ لهي آيا هئا. مون ان مهل آسمان ۾ ڏٺو هو. شام جي اونداهي آهستي آهستي ڇانئجي رهي هئي. ڪي ولر کان وڇڙيل پکي ڪوٽڙي ڏي وڃي رهيا هئا ۽ آسمان تي هڪ اڪيلو ستارو ٽِمر ٽِمر ڪري ٽِمڪي رهيو هو.

—

سال 1986ع

آگسٽ جي هڪ سانجهيءَ جي ڳالهہ آهي. ڪراچيءَ ۾ حيدر منزل ۾ آئون، سائين جي.ايم.سيد سان اڱڻ ۾ ويٺل هئس. شام ٿي رهي هئي. پريان نشتر پارڪ (اڳوڻي پٽيل پارڪ) ۾ وڻن ۾ پکين جي شور جو آواز اچي رهيو هو. مون سائين کي حشُو ڪيولراماڻي جي ذهني حالت ۽

سندس لاچاريءَ جو سربستو احوال ڏنو هو. حشُو جي حالتِ زار جو ٻُڌي خود سائين ڏاڍو غمگين ٿي ويو هو. ڪيتري دير تائين اسين ماٺ ٿي ويا هئاسين. سيد صاحب، ڪنهن اونهي ويچار ۾ هليو ويو هو. منهنجي اخبار سنڌ نيوز جو فوٽوگرافر اختر پيرزادو بہ پريان ڪان ماٺ ڪيو ويٺو هو. خبر ناهي ڪيڏي مهل، هن اسان جي ماٺ وارو فوٽو ڪڍي ورتو هو.

اوچتو سائين چيو هو "مدد علي، ڪيئن بہ ڪري حشو کي ڪجهہ پئسا موڪلڻ جو بندوبست ڪر. ڪجهہ پئسا آئون تو ڏيان ۽ ڪجهہ تون بندوبست ڪر." ائين چوندي مون ڏنو هو تہ سائين جون اکيون آليون ٿي ويون هيون. چيو هئائين، "حشُو تاريخ جو تمام وڏو ماڻهو آهي. اها سنڌ جي وڏي بدنصيبي آهي، جو حشُو جي اڄ بمبئي ۾ خراب حالت آهي!"

۽ پوءِ هي شعر پڙهيو هئائين:

دوا آهن دل کي تنهنجون تنواريون.

—

چون ٿا حشُو پڇاڙي واري دور ۾ سنڌ کي ڏاڍو ياد ڪندو هو. بلڪ جلاوطني کيس ڏاڍو تنگ ڪيو هو. موهن ڪلپنا جو هي خط سندس حالت جو اظهار آهي:

الهاس نگر، 1984ع

پيارا مدد،

ڪالهہ تنهنجو خط پهتو ۽ گيتا لاءِ سوکڙي بہ پهتي. اها ٿپا ڏٺي پئي خوشيءَ مان تہ چاچي سنڌ مان سوکڙي موڪلي آهي.

ان مهل حشُو بہ مون وٽ ويٺو هو. مون تنهنجو ٻڌايومانس. پهرين تہ منجهي پيو. پوءِ ذهن تي زور ڏيندي چيائين، "مدد علي حيدرآباد وارو نوجوان. ها، ها، مون کي دهلي ۾ خط لکندو هو. منهنجو فين آهي نہ."

چيومانس، ”حشُو هو تنهنجو وڏو عاشق اٿئي!“

”ها مون کي خبر آهي، مون تي جيڪو جي.ايم.سيد جو مضمون آهي، اهو ۽ ڪهاڻي به ته ڇپرائي هئائين نه. طارق اشرف جو دوست آهي. منهنجا سلام لکجائينس ۽ ڪتاب موڪلي ته مون کي ضرور ڏجائين. ڇئجائنس ته حشو مئو ڪونهي، جيئرو آهي. ورهيه لنگهي ويا آهن وطن کي ڇڏي، پر وطن جا ماڻهو نه وسريا ۽ نه وساريا اٿم!“

۽ پوءِ اڇي انگريزي ۾ ليڪچر ڏيڍ لڳو. هو تمام گهڻو ڳالهائي ٿو. سندس ان طبيعت جي ڪري هتان جا اڪثر دوست هن مان بيزار هوندا آهن. پر آئون هن جي عزت ڪندو آهيان. جڏهن به هوش ۾ اڇي ڳالهائيندو آهي ته حيرت وٺي ويندي آهي. ڇا سندس مطالعو آهي. وڏو جينيئس ماڻهو آهي. ادب ۽ بين الاقوامي ادب انٽرنيشنل حالتن جو ڇيد ڪندو آهي. هن جو وڏو مطالعو ڪيل آهي. سچ ٿو چوان ته ڪنهن به لائبريري ۾ 20، 30 سال ويچي ڪتاب پڙهجن پر حشوءَ جو هڪ ليڪچر انهن ويهن ورهين کان وڌيڪ آهي. هن جون ڳالهيون اونهيون ۽ ويچار واريون هونديون آهن. چيم نه ته سوين ڪتاب ويهي لائبريري ۾ پڙهجن ته ان کان بهتر آهي ته حشوءَ جون ڳالهيون ٻڌجن، پر ڇا ڪجي. ڳالهائيندي ڳالهائيندي وهلور ۾ به هليو ويندو آهي. انگريزي ٻوليءَ جو ماسٽر آهي. ڪمانڊ اٿس انگريزي ٻوليءَ تي.

سو اهو اٿئي حشُو ڪيولراماڻي جيڪو بمبئي ۽ الهاس نگر ۾ رولاڪن وانگر پيو گهمندو آهي. ڪنهن کي ڪهڙي خبر ته سنڌ جو هي سپوت ڪيڏو نه وڏو ماڻهو آهي. ڪو به رهڻ لاءِ ٺڪاڻو نه اٿس. ڪڏهن اسٽيشن جي پليٽ فارم تي، ته ڪڏهن ڪنهن شمشان گهاٽ ۾ رات گذاريندو آهي.

اميد ته تون خوش هوندين، شوڪت ۽ مشتاق کي سلام ڏجائين.

تنهنجو

موهن ڪلپنا

–

مشهور ليکڪ ميڪسم گورڪي ڪٿي لکيو آهي:

”گهريلو زندگي هڪ انقلابيءَ جي طاقت کي گهٽائي ڇڏيندي آهي. سدائين ائين ٿيندو آيو آهي. ٻار ٻيوسي، ٻيو حاصل ڪرڻ لاءِ ڊُڪ ڊوڙ ۾ اسان کي هميشه اڳتي وڌڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته اسين اهي آهيون جن کي تاريخ چونڊيو آهي ته پراڻي دنيا کي ختم ڪري، هڪ نئين دنيا ٺاهي اڏيون!“

هڪ حساس دل، ڏاهي ۽ اديب جي شخصي زندگي ڏاڍي ڏکوئيندڙ گذرندي پئي آهي. حشُو به ائين هو. لنڊن ۾ پڙهندي هن جو عشق اينگلو انڊين ڇوڪري شانتي سيلونا سان ٿي پيو. بعد ۾ اها ڇوڪري بمبئي موٽي آئي ۽ حشُو ڪراچي، پر هو ڪراچي ۾ رهندي، انقلاب جي راهه تي هلندي به انهيءَ ڇوڪريءَ جي پيار کي نه وساري سگهيو. 1940ع جي شروعات ۾ هن سان ملاقات ڪرڻ لاءِ بمبئي هليو ويو. اتي هن حشوءَ کي شادي ڪرڻ لاءِ چيو پر حشُو هن کي اهو چئي ڪراچي موٽي آيو ته آئون جلد موٽي اچي توسان شادي ڪندس. ان وچ ۾ هو جيل هليو ويو. جيل مان آزاد ٿيو ته ٻيهر بمبئي هليو ويو. اتي ان ڇوڪري ڪيس ٻيهر شاديءَ لاءِ زور ڀريو ۽ ڪيس ٻڌايو ته هاڻ شادي نه ڪندين ته پوءِ مان ڪنهن ٻئي سان شادي ڪري ڇڏينديس. هي وري هن سان واعدو ڪري ڪراچي هليو آيو ته جلد واپس ايندس. پر حشُو بمبئي نه ويو. آخرڪار 1944ع ۾ شانتي هڪ انگريز ڪاموري سان پرڻجي وئي. حشُوءَ ان ڇوڪري کي ڪڏهن به نه وساري سگهيو هو. جڏهن به رات جو وهسڪي پيئندو هو ته ڪراچي جي اڪيلي فليٽ ۾ ڪيس شانتي ڏاڍي ياد ايندي هئس.

حشوءَ جي ذاتي زندگي، مشهور فلسفي روسو وانگر هئي!

—

## سال 2003ع

آئون سنڌ جي ٽوئر تي روزاني "سچ" اخبار جي سلسلي ۾ نڪتل آهيان. آرهڙ جو آسمان باهہ پيو وسائي. آئون پنهنجي اخباري خاطو چوهاڻ قريشي ۽ نَنڍڙي پٽ الهہ بخش سان گڏ حشو ڪيولراماڻيءَ جو گهر ڳولي اچي، سندس شاهي ماڙيءَ وٽ بيٺو آهيان. هي اهوئي گهر آهي، جتي اڄ کان 88 ورهيہ اڳ حشوءَ جو جنم ٿيو هو. هتي سندس امڙ رهندي هئي. سندس پاءُ گوپ ۽ هن جي ڀيڻ رهندي هئي. سندن پيءُ رهندو هو. متي ڪُڏ تي آرهڙ جي راتين ۾ گهر ڀاتي وچي سمهندا هئا. ڪاٺ جو در تڪر جي ڪم سان نهيل، اندر شاهي اڱڻ، ڪمرا ۽ متي ماڙي ۽ اتان ڪڏ تي ويندڙ ڏاڪڻ تان چڙهي متي ويندا هئا تہ پريان اولهہ ۾ سنڌو درياهہ ڏسڻ ۾ پيو ايندو هو. آئون پنڌ پهڻ ٿيو. حشوءَ جي گهر کي پيو ڏسان. گهر اهوئي گهاٽ ساڳيو. شهر ساڳيو پر گهر جا ڀاتي سنڌ ڇڏي هليا ويا. گهر جون ڀتيون، چتيون پاڻ ڪنهن حشوءَ کي ۽ سندس ماءُ کي پيا ياد ڪن. حشو چوندو هو تہ ان جيجل امڙ هندستان وڃي اتي ڪڏهن نہ سنڌ کي وساريو جو سدائين ڀرين کي ياد ڪري پئي ڳوڙها ڳاڙيندي آهي.

اوچتو ڪوسي لُڪ جو هڪ تيز جهُوتو اچي لڳو. آئون اچرج مان انهيءَ گهر جا در و ديوار ڏسي رهيو هوس. گهر جي خوبصورت ڇت، اوطاق. آئون اڱڻ جي ڀتين ۾ لڳل جارن کي ڏسي رهيو آهيان. انهن جارن ۾ ڪڏهن حشوءَ جي ماءُ روز سانجهيءَ جو ڏيئاتيون ٻاريندي هئي، گهر ۾ اصلوڪن ڀاتين جو واس موجود هو. اڱڻ ۾ تلسي جو ڪوئي ٻوٽو نہ لڳل هو پر اڱڻ شاهدي ڏيئي رهيو هو تہ ڪائي عورت هتي ساڄهر اسر ويل تلسي کي پاڻي ضرور ڏيندي هوندي. ڪائي سڳنڌ ڪيولراماڻي ڪٽنب ۽ حشوءَ جي مون کي سندس گهر مان اچي رهي هئي. مون کي ياد اچي ويو هو هڪ فارسي شعر:

حرڪت رفت ازديده داغ بار دل ما،
در زمن نارمر نقش يا نوميان ميشد!
(بيدل)

(The one who is soul of any sight left a would and my heart, the spot earth reflects the foot print)

حشُو جي حياتي ۽ ان جي باري ۾ ويچار ڪندي طرح طرحين جا خيال ايندا آهن. ڇا نظريا، آدرش وغيره ناسي رنگ جا هوندا آهن. انهن جي دائميت نہ هوندي آهي. زندگي سدائين سائي ڇهڇ ڪنهن وڻ وانگر نہ هوندي آهي. ڪجهہ ماڻهو ڪي بہ نہ ڪندا آهن، پوءِ بہ سڀ ڪجهہ هوندا آهن. ڪي ماڻهو سڀ ڪجهہ ڪندي بہ رڻ ۾ رُلي ويندا آهن. سڀ چوندا آهن تہ، بهار ايندو، زمانو بدلجندو ۽ باريل مشعل ڪڏهن بہ نہ اجهامڻي آهي. ڇا اها مشعل وسامي وڃڻ تي مايوسي ڦهلائي ٿي.

۽ هوئڻ بہ انت ڪيئن بہ ڪٽي چو نہ هجي، زندگي حقيقت آهي پر ڪنهن بہ آدرشي ماڻهو جي المناڪ، غمناڪ پڇاڙي دل کي جهوري ڇڏيندي آهي. لالچند امرڏنيمل، جيٺمل پرسرام، تيرٿ وسنت، هاسانند جادوگر، ڪامريڊ ابن حيات پنهور، عنايت الله ڏمچر، ڪامريڊ برڪت علي آزاد، ڪامريڊ نازش امرهوي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، ڪامريڊ محمد عمر شوري ۽ ٻين جو انت منهنجي ذهن تان نٿو هٽي. وقت فاتح بہ آهي تہ مفتوح پڻ. انسان سگهارو بہ آهي تہ انتهائي هيڻو پڻ. بقول مشهور ليکڪ ايچ. جي. ويلز جي:

"Time like ever rolling stream bears, all its songs away, the fly forgotten as a dream dies at the opening day."

(وقت هڪ وهندڙ نهر وانگر پنهنجا پُٽ لوڙهي ڇڏي ٿو ۽ اهي اڏري وسري وڃن ٿا. جيئن باک ڦٽي مهل سپنا وسري ويندا آهن.)

ڇا ڪنهن ماڻهوءَ جي ڪيل سموري ڪمائي تاريخ جي اونداهين گهٽين ۾ هميشہ هميشہ لاءِ گم ٿي ويندي آهي. پر ائين ڇو ٿو ٿئي، تيڻ

گهرجي يا نہ. پر ڪيئن تو تي وجي سڀ ڪجهہ؟ ڪير ڪنهن جي تو ڪميٽمينٽ پوري ڪري؟ ڇا اهو سڀ ڪجهہ ماڻهو پنهنجي پاڻ سان تو ڪري؟ يا حالتون ذميوار آهن؟ ماڻهوءَ جي من ۾ اندر ڇا آهي؟ ڪا بہ خبر نٿي پوي؟

آئون منجهيل ٿڪل ۽ آلين اکين سان هن گهر کي ڏسندو ٿو رهان. منهنجو پٽ، ڏاڏي اچرج مان مون کي ڏسي رهيو آهي ۽ سچ اخبار جي عيوضي سان وچي سامهون پٽ جي چانو ۾ ويهي رهيو آهيان. منهنجي دل ڪنهن اجهاٽل شمع وانگر وسامي ويئي آهي. پراڻي، پر تاريخي گهر جي در اڳيان ڪا بہ ڇانوَ ڪونهي. ڪو بہ وڻ ڪونهي. پر هوا ۾ ڪائي خوشبو آهي، گهر جي خوشبوءِ سان پريان بنين مان ايندڙ اُبس جو هڳاءُ. "هي ڪنهن جو گهر آهي بابا؟" منهنجو پٽ سوال ٿو ڪري. آئون ڪيس ڪو بہ جواب نٿو ڏيان پر جواب آهي ئي ڪونہ. هي گهر ان جو آهي، جنهن سنڌ جي سينڌ ٿي سنوارڻ چاهي؟

(چند هيٺان بگهڙ جي اوناڙ کي ڇا ڄار وجهي ڦاسائڻ ٿي چاهيو... ودولز ميسنز)

پريان گهٽي سنسان آهي. دک آهي، صدين جو دک آهي. هوا ۾ ڪا بہ رابيل جي خوشبو ناهي. تاريخ ۾ اهڙو ڪو بہ دک نہ آهي، ڪا بہ پيڙا نہ آهي، جهڙو ڏک ۽ پيڙا جلاوطني ۾ آهي. آئون ويهي ويهي ٿڪجي پيو آهيان. پريان ڪان دوست خانزادو پاٽيءَ جو جڳ ڪٽي پيو اچي ۽ مون کي ياد اچي ٿي هي سٽ:

> ٻوٽيل نيڻ مسافر جا ڪنهن کي ٿا ڳولن،
> ڇو هن جي پيرن ۾ آهن رستا ٿڪجي پيا.
> (اياز جاني)

—

تاريخ ۾ ٿيندڙ گهمسان لڙايون بہ آهن. هزارين بي گناهن جون آهون بہ دانهون ۽ پڪارون بہ آهن. وهايل رت ڪڏهن تيز نديءَ وانگر بہ

وهيو آهي. هاڻ ڪير فيصلو ڪندو تہ ڪير صحيح هو يا ڪير غلط؟ ڪير صحيح ڪندو يا ڪي الائي نہ! يا وقت پاڻ سان گڏ تاريخ جا واقعا ڪٺي پيو هلندو. زندگي هلندڙ آهي يا رڳو هڪ وسيلو آهي يا فقط ڏنڌلو سپنو آهي. ماڻهو سمجهي بہ سگهيو آهي حياتي جي هن تاڃي پيٽي کي؟ سڀ ڪجهہ آهي، هوا بہ آهي، ڏينهن بہ آهي. تارا بہ رات جو شب برات جي ڏياٽين وانگر ٽِمڪن ٿا. چوڏهين جي رات بہ پنهنجي جوڀن تي اڇي ٿي. پرهہ ڦٽي بہ ٿئي ٿي. سج بہ ايري ٿو. شام ۾ شفق جي لالاڻ بہ ماڻهو کي سحر ڪري ٿي. حسن بہ آهي. عشق بہ آهي. پر ماڻهو اهو آهي ڪونہ، جيڪو اهو سڀ ڪجهہ ڏسي ٿو. اهو ماڻهو ڪٿان ايندو. بلڪ ايندو ئي ڪونہ. رهجي وڃن ٿيون يادگيريون ۽ يادگيريون ان ئي ماڻهو کي ڏنڀ ڏينديون آهن، جيڪو اهو سڀ ڪجهہ محسوس ٿو ڪري!

گيتا ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي:

”ان کي سورهيائپ سان سهہ! جسم فاني آهي. پر انهن جي اندر آتمائون امر آهن. ان ڪري وڙهہ... آتما نہ ماري ٿي ۽ نہ مري ٿي. ترار ان کي زخمي نٿي ڪري سگهي. باهہ ان کي ساڙي نٿي سگهي. پاڻي ان کي آلو نٿو ڪري سگهي. هوا ان کي سڪائڻ کان قاصر آهي، جيڪو پيدا ٿيو، ان جو مرتيو يقيني آهي. جيڪو مري ويو، ان جو جنم اٽل! ان ۾ ڏک جي ڪهڙي ڳالهہ آهي. ڏک ۽ سک، نفعو ۽ نقصان، هار ۽ جيت کي هڪ سمجهي تون ويڙهہ ڪر!“

–

سال ڊسمبر 2004ع، حيدرآباد

ڀارت مان سنڌي اديبن جو هڪ وڏو وفد ميمبر پارليامينٽ سريش ڪيسواڻيءَ جي اڳواڻي ۾ سنڌ جي دوري تي آيو هو. لڇمڻ ڪومل، هيرو شيوڪاڻي، موتي پرڪاش، ارجن حاسد، شريڪانت صدف، واسديو موهي، ستيش روهڙا، ومي سدارنگاڻي، رشمي راماڻي، ڪرشن راهي، نند

جوبيري، جڳديش لچاڻي، ڊاڪٽر جيتو لالواڻي، رينو عيدناڻي جا نالا ياد اٿم. حيدرآباد ۾ محترم حميد سنڌي پنهنجي بزم روح رهاڻ طرفان حيدرآباد جي ممتاز مرزا آڊيٽوريم ۾ سندس اعزاز ۾ هڪ تمام وڏو فنڪشن ڪرايو هو.

اتي منهنجي ملاقات حيدرآباد ۾ جنم وٺندڙ جهمون ڇڳاڻي سان ٿي هئي. جهمون اجا 5 سالن جو هو تہ ورهاڱي وقت پارت هليو ويو. پر کيس ياد هو تہ حيدرآباد ۾ سندس گهر، پشوري پاڙي ۾ هو. هن کي ڏاڍي سڪ هئي تہ حيدرآباد ۾ وڃي پنهنجو اباڻو گهر ڏسان. هاڻ هو هر ڪنهن سان ڪنهن مقامي اديب کان پڇاڻو پيو ڪري تہ پشوري پاڙو ڪٿي آهي. ڪو چويس تہ حيدرآباد گول بلڊنگ وٽ پشوري پاڙو آهي. ڪير ٻڌائيس تہ ٽئين نمبر تلاءُ وٽ قلعي جي هيٺان پشوري پاڙو آهي. ايتري ۾ قمر شهباز کيس چيو تہ، "بابا هڙئي اديب حيدرآباد جا اصلوڪا رهواسي ڪونهن. تون مدد کان پڇ تہ هو توکي ٻڌائيندو."

مون ڪلي ٻڌايو تہ، "جنهن پشوري پاڙي جو هي ذڪر پيو ڪري، اهو شاهي بازار ۾ فقير جي پڙ کان اتر ۾ آهي. اتان جو رستو سنئون ڪاليج حيدرآباد جي سامهون چاڙهي کان آهي، جيڪو ورهاڱي کان اڳ ۾ تولارام گرلس هاءِ اسڪول هو."

مون کيس آٿت ڏني تہ، "آئون توکي تنهنجو گهر ضرور ڏيکاريندس ۽ توهانکي سپاڻي اتي وٺي هلندس!"

اهو ٻڌي هو ويچارو ڪجهہ وسامي ويو ۽ چيائين:

"صبح جو 10 وڳي تہ هي سمورا هلندا سکر، پوءِ!؟"

قمر شهباز چيس، "تون ڳڻتي نہ ڪر. مدد واعدو ڪندو آهي تہ ضرور پاڙيندو آهي! صبح جو سويل هو توکي ضرور وٺي ويندو!"

اهو ٻڌي جهمون ڏاڍو خوش ٿيو پر اهو رات جو وقت هو. مون هن کي چيو تہ، "آئون صبح جو سويل تو وٽ ايندس."

ٻئي ڏينهن صبح جو سويل 8 وڳي آئون محترم حميد سنڌي کان ڪار وٺي لطيف آباد جي گيسٽ هائوس تي پهتو هوس. ۽ رسيپشن تان

ڪيس فون ڪري هيٺ لهڻ لاءِ چيو هو. منهنجو آواز ٻڌي هو اچرج ۾ اچي ويو هو. يڪدم تيار ٿي هيٺ لهي آيو ۽ آئون پوءِ هن کي سندس گهر ڏيکارڻ لاءِ سٽي ڪاليج کان سامهون چاڙهي تي وٺي ويو هوس. پوءِ پشوري پاڙي وٽ پهچي ڪيس ڏيکاريو هو تہ هي اٿئي پشوري پاڙو. هاڻ هن کي ٻي تہ ڪا نشاني ياد ڪونہ هئي، پر ايترو سندس ماءُ ٻڌايو هوس تہ سندس گهر جي سامهون گرلز اسڪول هوندو هو. اتي مون هڪ راهگير کان گرلز اسڪول جي پڇا ڪئي تہ هن ٻڌايو هو تہ گرلز اسڪول تہ توهان جي سامهون آهي! اسين ان مهل اسڪول وٽ بيٺا هئاسين. سامهون هڪ ٻماڙ ماڙي هئي.

جهمون چوڻ لڳو "يار اسان جو گهر تمام وڏو هوندو هوا!"

پوءِ اسان ٻہ وکون ڪٽي اڳتي ٿيا هئاسين تہ سامهون اِهو ٻِماڙ گهر جهمونءَ جو هو. هن يڪدم گهر سڃاتو هو. گهر جون در پٽيون ماڙي سڀ ساڳيا هئا ۽ مون گهر جي اڙدو ڳالهائيندڙ مالڪ کي درخواست ڪئي هئي تہ:

"هي شخص هن گهر ۾ ڄائو هو. هن کي مهرباني ڪري گهر ڏسڻ جي اجازت ڏيو."

گهر جو مالڪ مهربان ماڻهو هو. هن يڪدم زالن کي پري ڪري جهمون چڱاٽيءَ کي سندس گهر ڏسڻ ڏنو هو. پوءِ بہ جهمون ڪنهن ٻار وانگر پنهنجي گهر کي ڏسي جهڙوڪر ٻار ٿي پيو هو ۽ اوڇنگارون ڀري روئڻ لڳو هو.

واپس ٿيا هئاسين تہ مون هن کان حشُو ڪيولراماڻيءَ بابت پڇيو. جهمون چڱاٽي جيڪو اڳي ئي پنهنجو اباڻو گهر ڏسي غمگين ٿي ويو هو. ٻہ چار منٽ چپ رهڻ کان پوءِ ٻڌايو هئائين:

"ادا حشُو ڪيولراماڻي تمام وڏو ماڻهو هو. مون هن کي پڇاڙيءَ ۾ الهاس نگر ۾ ڏٺو. اتي ڪا گڏجاڻي ٿي رهي هئي. اوچتو حشُو اندر داخل ٿيو هو. ڪيس ڦاٽل قميص، ڪٽل پينٽ، جنهن جا پانچا بہ ڦاٽل هئا. ڏاڙهي

ڪيترن ئي مهينن جي وڇيل، حالت هن جي بڌائي رهي هئي ته، هن ڪيترن ڏينهن کان ماني به نه کاڌي آهي پر وڏي ڳالهه ته جڏهن هو اتان ڪا موٽ نه ملڻ سبب تڪڙو تڪڙو وچڻ لڳو ته مون ڏٺو هن جي پيرن ۾ جتي به نه پاتل هئي. سنڌ جي هن تمام وڏي بڌيمان جا پير اگهاڙا هئا ۽ هو چپن ئي چپن ۾ ڪجهه ڳالهائيندو وڃي رهيو هو. هن جي اها حالت ڏسي منهنجي اکين ۾ لڙڪ لهي آيا هئا ۽ پوءِ سڄ پڇين ته آئون ڏاڍو رنو هوس!“

ائين چوندو جهمون جي اکين ۾ بيهر لڙڪ لهي آيا هئا. خبر ناهي، اهي به ڳوڙها حشو لاءِ هيا يا وري پنهنجي ئي شهر حيدرآباد ۾ سندس گهر ۽ گهٽي کي ڏسڻ کان پوءِ، سندس اندر جو اظهار هو.

—

25_سيپٽمبر 2012، نئين دهلي

پريان پورنماس جو چنڊ جمنا جي لهرن ۾ لڙهندو پئي ويو. مون کي ان رات نئين دهلي جي ميوروهار جي هوٽل ۾ حشو ڪيولراماڻي ڏاڍو ياد آيو هو. هن ئي شهر ۾ حشو زندگيءَ جو هڪ ڊگهو عرصو گذاريو هو. مون دريءَ مان ٻاهر هوا ۾ جهومندڙ وڻن کي، رات جي سانت کي، دهليءَ جي آسمان کي، ڏٺو هو. ان مهل مون کي ڏاڍو ڊپ محسوس ٿيو هو. پنهنجي پاڻ کان. هن وايومنڊل کان، وڻن جي لڏندڙ ۽ جهومندڙ پاڇن کان. دهليءَ جي ڊگهن رستن کان ۽ ماضيءَ کان. (ماڻهوءَ جو ماضي به هنن ڊگهن رستن، وڻن، درياهه تي چمڪندڙ چنڊ ۽ تمڪندڙ تارن، هوا هنن قديم اتهاسڪ مقبرن ۽ قلعن، خانقاهن سان گڏ محفوظ هوندو آهي. خبر ناهي ته وقت جا ڪيترا واقعا ۽ حادثا هنن شين ۾ وڃي جاءِ پناهه وٺندا آهن.

۽ پوءِ آئون هوٽل وارن کان ٽيڪسي گهرائي، دير سان رات جو حشوءَ جو فليٽ ڏسڻ لاءِ نڪري پيو هوس. منهنجي دوست علي انور هاليپوٽي مون کي ٽيڪسيءَ جو ڀاڙو ڪيسي ۾ وجهي ڇڏيو جو هن کان

منهنجي آنڌ مانڌ نہ پئي ڏني ويئي. دوست شوڪت حسين شوري بہ تاڪيد ڪئي هئي تہ جلد موٽي اچجائين، جو تنهنجي لاءِ بہ دهليءَ جا رستا اڻڄاڻ آهن. پر مون ان ڏينهن منجهند جوَ فنڪشن ۾، دوست لڇمڻ ڪومل کان پڳت سنگهہ مارڪيٽ جي پڇا ڪري ورتي هئي. لڇمڻ يڪدم مون کان پڇيو هو "حشو جو فليٽ ڏسڻ ويندين ڇا؟"

مون ڪي هن جي ذهانت تي تعجب لڳو هو. پوءِ هن وراڻيو هو "ها اها مارڪيٽ قدوائي روڊ کان ڪئنات پئلس جي ويجهو اٿئي، جتي هي فنڪشن ٿي رهيو آهي!"

ٽيڪسي رات جي ماٺ ۾ ڊوڙندي پئي ويئي ۽ آئون جمنا جي مٿان پل تان ٽيڪسي کي ڊوڙندي آسمان کي ڏسي رهيو هوس. آسمان تي بيٺل چنڊ بہ مون سان گڏ ڊوڙي رهيو هو. ڪار جڏهن عبدالرحيم خان خانان جي اجاڙ ۽ سنسان مقبري وٽان لنگهي هئي تہ مون کي اهو عظيم شاعر ياد اچي ويو هو. مرڻ کان پوءِ سندس مقبري جو ڪهڙو نہ خراب حال ڪيو ويو هو. پوين حڪمرانن ڪنهن وقت خان خانان جي مقبري تي لڳل سنگ مرمر جو پٿر لڳايو هو. آخري مغل دور ۾ صفدر جنگ جي مقبري تي هڻڻ لاءِ هن عظيم شاعر جي مقبري تان پٿر لاهي وڃي صفدر جنگ تي مقبري تي هنيو ويو. تاريخ جا اهي بي رحم واقعا اڄ هن اجاڙ مقبري کي ڏسي محسوس ٿي رهيا هئا. آئون ان سوچ ۾ گم هوس تہ ٽيڪسي راجيو چوڪ، ميٽرو وائيٽ، گيٽ نمبر ون کان ٿيندي سڌي اچي گول مارڪيٽ وٽ بيني، جنهن کي پڳت سنگهہ مارڪيٽ بہ چوندا آهن. آئون ٽيڪسي مان لهي سامهون پڳت سنگهہ مارڪيٽ جي عمارت کي ڏسي رهيو هوس. رات لڙي چڪي هئي پر هڪڙي منائي واري جو دڪان کليل هو. مون هن کان پڇيو هو تہ "انٽيهون نمبر فليٽ ڪهڙو آهي؟"

هن مون کي ڇتائي ڏنو هو ۽ پوءِ هٿ جي اشاري سان ٻڌايو هو "هتان اندر وڃ کابي پاسي ڏاڪڻ توکي انٽيهين فليٽ ڏي وٺي ويندي."

۽ آئون هڪ عجيب احساس سان انهن بلڊنگ ۽ ڏاڪڻ کي ڏسي رهيو هوس. ڪڏهن هتان، هو مهان شخص گذريو هوندو ۽ خبر ناهي

ڪيترا پيرا هن روڊ تان پنڌ ڪيو هوندو. منهنجي پوين دهليءَ جو شهر رات جي روشنين ۾ جرڪي رهيو هو. پر مون کي ان مهل اها عمارت اونداهيءَ ۾ وڪوڙيل پئي نظر آئي. منهنجي چئني پاسي ڪان دهلي جي رات آهستي آهستي جڻ سمهي رهي هئي. دهلي جتي قدم قدم تي تاريخ ٽڙي پکڙي پئي آهي. تاريخ جا سوين ورق، پراڻي دهلي جي خانقاهن ۽ گهٽين ۾ اڏامندي نظر ايندا آهن. اها ٽِڙيل پکڙيل تاريخ اتي ڇلڪندي ۽ جهلڪندي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. منهنجي مٿان دهلي جي سهائي رات هئي. نئين دهلي جي آڪاس تي خبر ناهي ڪهڙي تاريخ جو چنڊ ڪڙيل هو ۽ رات آهستي ننڊ مان جاڳي ڪنهن چور وانگر وکون کڻي وڃي رهي هئي. مون کي محسوس ٿي رهيو هو. جڻ آئون ننڊ ۾ سپنو ڏسي رهيو آهيان، پر سپنا فقط ننڊ ۾ ڏسبا آهن. خبر ناهي تہ هي ڪهڙو جُڳن جو سپنو هو جيڪو آئون ننڊاکڙن نيڻن سان ڏسي رهيو هوس. منهنجي هن بلڊنگ سان ڪائي يادگيري بہ نہ هئي. يادگيري هئي تہ فقط حشو جي. پر يادگيرين ۾ انسان جو ساٿ پراڻو آهي. يادگيريون لڪل هونديون آهن پراڻين عمارتن ۾. انيڪ شين ۾. بند ڪبٽن ۾. بند ڪتابن ۾. بيڪڙيل درن ۽ درين ۾. قلم ۽ ڪاغذن ۾. ۽ انهن جي خوشبوءِ ۾ يا ڪن ڪتابن ۾ رکيل ڪنهن سڪل گلاب ۾. پر ڪتاب تہ حشو دهلي ۾ ئي وڪڻي ڇڏيا هئا. ڪٿي هوندا اهي ڪتاب جيڪي خواب بنجي وکرجي ويا. ڪتاب محبتن جا. خواب پيار جا. پر خواب فقط محبتن جا نہ پر ڪي ڏاڍا تلخ هوندا آهن ۽ زندگيءَ جا رستا ڏاڍا اونداها اماوس جي ڪارين راتين جهڙا.

مون ڪنڌ مٿي کڻي دهليءَ جي آسمان کي ڏٺو هو. آسمان تي چنڊ بہ هو تارا بہ هئا. هوا بہ تيز هئي. هڪ عجيب احساس هو مون تي ڇانيل. محسوس ائين ٿي رهيو هو جڻ نہ آڪاس ۾ چنڊ هو نہ تارا ها. نہ رات هئي بس گذرندڙ وقت جو احساس هو. چوطرف دهليءَ جو خوابديده شهر هو. مون آهستي آهستي هن جو نالو ورتو هو: حشو ڪيولراماڻي! حشو تہ اڀرندڙ صبح هو. رستو ڏيکاريندڙ سونهون هو. آتش دان روشن ڪندڙ ۽

لاٽ ٻاريندڙ ساٿ ڏٺي هو. حياتي جو نقش گر هوا تاريخ واقعي هن سان ويل وهائي ويئي. وقت دوکو ڪري ويو. خبر ناهي ڪير ڪنهن جي گناهن ۽ غلطين جي ٿو سزا ڀوڳي؟ ڪهڙي خبر؟

مون کي محسوس ٿيو هو ڄڻ منهنجي چوڀاسي صدين جي پراڻي خاموشي ڇانئجي ويئي آهي. رات ڀوڳيان ڏينهن ۽ ڏينهن ڀوڳيان رات زندگي ائين ئي هلندي رهندي، پر حشو ڪهڙي سزا ڀوڳي. هن جلاوطني جي سزا به سندس ذهني اٿل پٿل جو ڪارڻ بڻي هئي. سقراط قيدخاني ۾ زهر جو پيالو پيئڻ کان اڳ ۾ چيو هو:

”موت سست رفتار آهي، جيئرو رهڻ ايڏي وڏي ڳالهه ڪونهي. جيترو صحيح معنيٰ ۾ زنده.رهڻ! ۽ صحيح طريقو اهو آهي ته بديءَ جو جواب بدي ڪونهي. موت منهنجي يا ڪنهن ٻئي جي زندگي ختم ٿيڻ سان مقصد ڪونهي!“

سقراط زهر جو پيالو هٿ ۾ ڪنيو هو ته هٿن ۾ هڪ پل لاءِ به لرزش نه هئي. ۽ حشو جلاوطني جي باهه ۾ ٻرندي، جڏهن پاڻ تي چرياڻپ جو ويس ڍڪيو هو ته رستن تي آواره گرد ٿي گهمڻ مهل به سندس روشن منهن تي پڇتاوَ نه هو. هو ڪڏهن ڪڏهن پيرين اگهاڙين هلندو هو. بت تي ميرا ڪپڙا، هٿن ۾ سگريٽ، اکين ۾ ڪائي ڳوڙهي سوچ. سقراط کي به ڪيترا پيرا ماڻهن پيرين اگهاڙين هلندي ڏٺو هو. ڪيترا پيرا سڄي رات کليل آسمان هيٺان بيهي رهندو هو. هڪ پيرو پرهه ڦٽي مهل هن تي ماڪ پئي هئي ته اوير مان سج اڀرندي مهل هٿ مٿي کڻي دعا گهري هئي. ان وقت ايٿنز جا ماڻهو سِج جي پوڄا نه ڪندا هئا ۽ سقراط چوندو هو ته، ”مون کي اونداهي کان نفرت آهي نيڪي جي روشن ادراڪ سان محبت آهي. ان لاءِ مون کي سج جي روشني سان محبت آهي!!“

۽ حشو کي به اڀرندڙ سج سان ڏاڍي محبت هوندي هئي. سائين جي.ايم.سيد هڪ پيرو ٻڌايو هو ته. ”حشو ڏينهن جا ڏينهن سن ۾ منهنجي درياهه واري بنگلي تي اچي رهندو هو. صبح جو پرهه ڦٽي مهل

بنگلي جي اڱڻ تي بيهي اوپر کان ٻيلن مان سج اڀرندي جو منظر ڏسندو هو. درياهه جي وهندڙ پاڻي ۾ اڀرندڙ سج کي ڏسي موج ۾ پرجي ويندو هو!“

حشو سقراط وانگر سنگتراش تہ نہ هو پر سنڌ جي سياست ۾ ادب ۾ هن ضرور ماڻهو تراش ڪيا هئا. هن وٽ انيڪ سپنا هئا. زندگي گهارڻ جا، پنهنجي ديس واسين جي صدين جي غلامي کي ختم ڪرڻ جا!! مون ان مهل دهليءَ جي آسمان ۾ نهاريو هو. اونهاري جي آڌي رات جو آسمان ۾ ستارا ڪامڻين جي نيڻن وانگر ٻري رهيا هئا. سنڌ جو هي سپوت تاريخ جي خبر ناهي ڪهڙين گلين ۾ گم ٿي ويو هو.

–

مشهور اديب لڇمڻ ڪومل پنهنجي آتم ڪٿا ”وهي کاتي جا پنا“ ۾ صفحي نمبر 283-282 تي لکي ٿو تہ:

”سياسي ۽ سماجي سوجهہ ٻوجهہ ۽ عالمي سياست جو گهرو شعور رکندڙ مشهور انگريزي اخبار جو مقبول ڪالم نويس حشو ڪيولراماڻيءَ پنهنجن پوين ڏينهن ۾ مفلسيءَ جو پيانڪ روپ ڏٺو. گذر سفر لاءِ هو پنهنجا ناياب ڪتاب پڳڙن مٿ تي وڪڻڻ لاءِ دوستن کي گهر گهرائيندو هو ۽ کانئن زبردستيءَ پنهنجا ڪتاب خريد ڪرائيندو هو. ڪتابن کان پوءِ هن پنهنجي گهر واريءَ کان لڪائي گهر جو سرو سامان بہ سستو وڪڻڻ شروع ڪيو جنهن تان ٻنهي وچ ۾ سدائين جهيڙو رهندو هو. هن جي گهر واري هن کي صبح جو بہ رپيا هٿ ۾ ڏيئي گهر مان ڪڍي ڇڏيندي هئي. ۽ هو سڄو ڏينهن هتي هُتي ڀٽڪندي رات جو دير سان گهر موٽندو هو. سگريٽن بدران پن جون بيڙيون پيئڻ لڳو ۽ فوجيءَ ڪئنٽين جي سستي رم تي گذران ڪرڻ لڳو. هن زندگيءَ جا پويان ڏينهن الهاس نگر جي جهوپڙ پٽيءَ ۾ گذاريا. جتي ٿي هن جي لاوارث لاش جو ميونسپالٽيءَ وارن مساڻ ۾ آخري اگني سنسڪار ڪري ڇڏيو هو.

هڪ رات مان بمبئيءَ ۾ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي گهر وينو هوس. اسان اڃان پهريون پيگ ئي ناهيو هو جو در جي گهنٽي وڳي. ڪيرت جي زال

سويتا در کوليو تہ حشو اندر گهڙي آيو. قاتل ميري قميص ۾ ڪتل پئنٽ. مهيني کن جي وڌيل اڇي ڏاڙهي، مٿي تي ڪاري رنگ جي پراڻي چڇي ٽيل فليٽ هئٽ. گهنجيل چهرو ۾ ذرا ڏيئي آيل اکيون. "اڙي لڇمڻ، تون؟" ۽ مون کي ياڪر پائي چپ چاپ صوفا تي ويهي رهيو. ڪيرت بي نيازيءَ مان هن لاءِ پيگ ناهيو. هو سڄو گلاس ڳيت ڏيئي پي ويو. ٿڪل، اداس ۽ ڳاڙهين اکين سان مون ڏانهن گهوريندي پڇائين، "بڌاءِ لڇمڻ، حشو اڄا تائين پاڻ ۾ هڪ مڪمل انسٽيٽيوشن (ادارو) آهي يا نہ؟" منهنجي جواب لاءِ ترسڻ کان سواءِ ئي چوڻ لڳو "تو کي خبر آهي تہ روس جو صدر خروشيف اهم ترين عالمي مسئلن تي مون سان ئي مشورو ڪندو هو ۽ منهنجي صلاح کان سواءِ ڪوبہ فيصلو نہ وٺندو هو. تو کي ڄاڻ آهي تہ اڄ اڌ دنيا سوشلزم طرف وڌي رهي آهي. ۽ سندن سوچ جو رُخ موڙڻ ۾ حشوءَ جو ڪيترو نہ وڏو ڪردار رهيو آهي. آمريڪي صدر جو انڪشاف پڙهيو اٿئي؟" هوءَ انگريزي ۾ ڳالهائي رهيو هو.

ڪيرت مون کي اتان اٿاري اندر ڪمري ۾ وٺي آيو. چيائين، "هي هتان سولي جند نہ ڇڏيندو ۽ ماني کائڻ کان سواءِ نہ ويندو. سويتا بيمار آهي، ان ڪري ماني ٻاهران گهرائڻي پوندي. تون هن کي پنج رپيا ڏيئي ڪانئس جان ڇڏاءِ، مان تہ ڏيئي ڏيئي ٿڪجي پيو آهيان. پئسا ملندي ئي هو هڪدم هليو ويندو." آلين اکين سان مون حشوءَ کي صوفا تان اڇي اٿاريو. هو هيڏانهن هوڏانهن نهاري بوتل ڳولهي رهيو هو جيڪا ڪيرت الماڙيءَ ۾ رکي ڇڏي هئي. مون کيسي مان ڏهين جو نوٽ ڪڍي چپ چاپ حشوءَ جي تري تي رکي، هن جي مٺ ٻيڪوڙي ڇڏي. پئسا ملندي ئي حشو ٽڪڙو ٽڪڙو در کولي ٻاهر نڪري ويو. در جي چائنٽ تي، بيٺي بيٺي مان سنڌ جي هن عظيم دانشور اعليٰ مفڪر، انگريزي صحافت جي دنيا ۾ آبرودار رتبو ماڻيندڙ حشو ڪيولراماڻيءَ کي آخري ڀيرو وڌيون وڌيون ٻرانگهون ڀريندو اوندهہ ۾ غائب ٿيندي ڏسندو رهيس. اندر اچي ڪيرت کي چيم، "ڪيرت، ماني نہ گهرائجانءِ اڄ مون کان گرهہ بہ نہ اڪلندو." ٻاهر اچي مون مرين لائينس وڃڻ لاءِ ٽئڪسي ڪئي،

تڪسيءَ ۾ درين ڪان ٻنهي پاسي رستي جي روشنين ۾ هن کي ڳولهيندو رهيس. متان ڪٿي هو نظر اچي وڃي. پر دل ٿي دل ۾ سوچي رهيو هوس تہ نہ ملي تہ سٺو. ڪٿي سچ پچ ملي ويو تہ مان هن کي رات ڪٿي وٺي ويندس؟ پنهنجي ساهيڙيءَ جي گهر ۾ هن کي رات ڪيئن رهائيندس؟ بهتر آهي تہ نہ ملي ۽ حشو مون کي زندگيءَ ۾ وري ڪڏهن نہ مليو."

-

گهڻن ذهين باشعور انسانن، وقت سان ويڙهہ ڪاڙي آهي ۽ ڪيترن ڏاهن ماڻهن ان جي ابتڙ مشڪلاتون بہ ڏٺيون آهن. قيد ۽ بند جون مصيبتون بہ برداشت ڪيون آهن. دربدر ٿيا ـ جلاوطن ٿي رهيا. والٽيئر، روسو بو علي سينا، اسان جي ماضي قريب وارا تاريخ جا عظيم انسان هئا. حشُو بہ پنهنجي وقت جو هڪ ڏاهو مفڪر ۽ ذهين انسان هو. روسو جهڙي ماڻهو بہ پنهنجي پڇاڙي واري حياتي ۾ دوستن کي خط لکيا هئا تہ کيس ۽ سندس زال کي ڪنهن محتاج گهر ۾ داخل ڪيو وڃي تہ جيئن هو پنهنجي زندگيءَ جا پڇاڙي وارا ڏينهن آرام سان ويهي گذارين. اوهان پاڻ ڏسو تہ هڪ عظيم فلسفي روسو بہ ڪيڏي نہ اذيتناڪ زندگي گذاري رهيو هو. روسو جو قدر ڪندي کيس ڪجهہ دوستن پيرس کان ويهہ ميل پري ارمنو پل جهڙي ننڍڙي ڳوٺ ۾ وٺي رهايو هو. اتي ئي هو 2ـ جولاءِ 1778ع ۾ گذاري ويو هو ۽ اتي ئي چند ماڻهن کيس سندس خواهش تي ڳوٺ جي ڍنڍ جي ڪناري دفن ڪري ڇڏيو هو ان وقت سندس موت تي بہ چار ڳوڙها ڳاڙڻ وارا بہ نہ هئا. اها اونهاري جي چانڊوڪي رات هئي. هوا ۾ لڏندڙ وڻ هئا ۽ رات جي پيانڪ ماٺ هئي. ڍنڍ جي بيٺل پاڻي تي (Ile des Peupliers) وڻن جا پاڇا پئجي رهيا هئا. وڏي ڳالهہ تہ روسو جو مڙهہ ڏهن ورهين کان پوءِ آڪٽوبر 1794ع ۾ اُتان ڪڍائي پئرس ويجهو پينٿون ۾ آڻي دفن ڪيو ويو ۽ اُتان رُوسو ۽ والٽيئر جي تابوتن کي مئي 1814ع ۾ بُوربن (Bourbon Restoration) ۾ دفن ڪيو ويو. جتي رُوسو جو مقبرو اڄ بہ موجود آهي. عجب جهڙي ڳالهہ آهي تہ مرڻ وقت رُوسو جي ڄمار 66 ورهيہ هئي ۽

حشُو ڪيولراماڻيءَ بہ جڏهن هي جهان ڇڏيو، تڏهن هو بہ 66 ورهين جي ڄمار جو هو.

حشو ڪيولراماڻي سنڌ کي قوميت جو سبق سيکاريندڙ استاد. هڪ پيرو پنهنجي دوست علامہ آءِ.آءِ. قاضيءَ کي هڪ خط ۾ لکيو تہ، "منهنجي مرڻ کان پوءِ منهنجي مزار جو هي ڪتبو تي سگهي ٿو: 'هتي اهو ماڻهو رکيل آهي جنهن کيس گهڻو پيار ڪيو ٿي، انهن کان پڇي ويو ان ڳالهہ جي ڳولا لاءِ جنهن جو کيس پاڻ پتو نہ هو!'"

—

... ۽ ڀهراڙين جي زندگي حشو جو خواب هو. سنڌ ۾ انقلاب هن جو سپنو هو. پر ورهاڱي جي طوفان کيس دربدر ڪري ڇڏيو. جيستائين سنڌ ۾ هو، شادي نہ ڪيائين ۽ هڪ بوهمين واري زندگي گذاريندو هو. ڪراچي ۾ هن جي زندگي جو وڏو وقت گذريو. سندس ڪراچي وارو فليٽ انقلابين جو مرڪز هوندو هو. شيخ اياز سال 1986ع ۾ هڪ پيرو مون کي ٻڌايو هو تہ، "حشو کي ڪتابن پڙهڻ سان ڏاڍو عشق هوندو هو. هن جي فليٽ ۾ چوڏاري ڪتاب، رسالا، اخبارون، جنڊي ۽ ڪاشيءَ جون شيون، پراڻا سڪا وغيره پيا هوندا هئا ۽ هو ڪتابن، رسالن کي سوري بيٺ تي سمهڻ جي جاءِ ناهيندو هو. سندس اها لاأُبالي زندگي مون کي اڄ ڏينهن تائين وڻندي آهي. وٽس انگريزي ۾ ڇپيل سوين ڪتاب هوندا هئا. ڪوبہ ڪتاب مارڪيٽ ۾ ايندو هو، اهو خريد ڪندو هو ۽ پوءِ اسان کي پڙهڻ لاءِ ڏيندو هو. انهن ڪتابن تي بحث ڪندو هو ڪلاڪن جا ڪلاڪ!"

مون سوال ڪيو هو، "هو فقط سياسي ڪتاب پڙهندو هو، يا فڪشن تي بہ ڪتاب سندس ايپاس هيٺ هوندا هئا؟"

شيخ اياز ان وقت منهنجي حيدرآباد جي گاڏي کاتي واري گهر ۾ وينو هو. سندس آڏو شِيِ واز ريگل جي بوتل پئي هئي. ۽ هن پنهنجي پيگ مان هڪ ڍڪ پريندي چيو هو. "مدد. سچ پڇين تہ حشوءَ جهڙا

پڙهيل لکيل ماڻهو ان وقت تمام گهٽ هئا. سال 1944ع ۾ بہ هو ادب ۽ بين الاقوامي حالتن بابت ڪتاب ڳولهي ڳولهي پڙهندو هو. لينن جي مرڻ کان پوءِ اسٽالن سوويت يونين تي آمريت لاڳو ڪري ڇڏي هئي. ٽراٽسڪي، نڪولائي بخارين، زينو فيف، راجڪ بابت هو اسان سان ڳالهيون ڪندو هو. اسٽالن بابت چوندو هو تہ سوويت يونين کي هي شخص ڏاهي پٽ ڪندو. اسٽالن جيڪو ظلم ۽ ستم جاري رکيو آهي، اهو گهڻو هلي نہ سگهندو. حشو ئي اسان کي ٻڌايو هو تہ نڪولائي بخارن، زينو فيف ۽ راڄڪ کي 1938ع ۾ گوليون هڻي ماري ڇڏيو هو. آئون تڏهن ڊي.جي. ڪاليج ڪراچي ۾ جونيئر ۾ پڙهندو هوس. حشُو ڪيولراماڻي ماسڪو جي انهن ڪارروايئن بابت مون کي هڪ ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏنو هو. چاڪاڻ تہ حشو 1938ع ۾ اسٽالن جي پيوروجيز (صفائيءَ) جي مخالفت ڪندو هو. چوندو هو تہ ڪميونسٽ غلط آهن، جڏهن هو چون ٿا تہ ٽراٽسڪائزم ۽ فاشزم هڪ ڳالهہ آهي، اهو سمورو چڪر اسٽالن جو هلايل آهي!"

"۽ فڪشن بابت هن جا خيال ڪهڙا هوندا هئا؟" مون پڇيو هو.

اياز وراڻيو هو تہ، "ها، فڪشن جا بہ هن وٽ تمام گهڻا ڪتاب موجود هئا. سمرسيٽ ماهم، هيمنگوي، يوناني شاعر يانيس رائيٽسوس، چيڪو سلواڪيا جي شاعر سيفيرٽ ۽ ٻيا نالا ياد نہ اٿم، جن جا وٽس تمام گهڻا ڪتاب هوندا هئا. هڪ ڀيرو هن مون کي سمرسيٽ ماهم جو مشهور ناول 'دي ريزرس ايج' ڏنو هو. مون کي ياد ٿو اچي تہ اهو ناول 1944ع جو شايع ٿيل هو ۽ تازو ئي هو خريد ڪري آيو هو. فرسٽ ورلڊ وار جي هڪ پائليٽ جي زندگي تي ڏاڍو اثر انگيز ناول هو. مشهور انگريز ليکڪ ڪرسٽوفر ايشروڊ جو ناول 'گڊ بائي ٽو برلن' بہ حشو مون کي پڙهڻ لاءِ ڏنو هو. اهو ناول هن ليکڪ جي آتم ڪٿا هو، جڏهن هو 1930ع ۾ برلن ۾ رهندو هو. اتي نازي فاشستن جو راڄ هو. اهو ناول 1939ع ۾ شايع ٿيو هو."

"استاد، حشوءَ جا ڪتاب ڪيڏانهن ويا، سندس شاندار لائبريري تہ هتي ئي رهجي ويئي هئي!" مون سوال ڪيو هو.

”اها، اُها لائبريري، مونس وڪٽي ڇڏي، جو اسين سڪر وياسين تہ اهو حشوءَ جو فليٽ، مونس جي حوالي ڪري ويو هوس!“ اياز ٽڏو ساهہ پري وراڻي ڏني هئي.

-

مشهور اديب گبريل گارشيامارڪيز هي جهان ڇڏڻ کان اڳ ۾ پنهنجي اي ميل ميسيج ۾ لکيو هو:

”جيڪڏهن خدا مون کي ٻيهر حياتي ڏي تہ آئون جيڪي ڪجهہ ويچار ڪريان ٿو ان کي چوڻ جي بدران جيڪي ڪجهہ چوان ٿو ان بابت ويچار ڪندس. آئون گهٽ سمهندس ۽ جاڳندي ۾ خواب ڏسندس. خدا ٻيهر زندگي ڏئي تہ آئون سنا سنا ويس ڍڪيندس. آئون وين گاگ وانگر ستارن تي گيت لکندس ۽ چند لال محبت جا گيت ڳائيندس. مان پنهنجي ڳوڙهن سان گلابن کي سيراب ڪندس. آئون انهن کي ٻڌائيندس تہ اهو غلط سمجهن ٿا تہ ڪو جڏهن هو پوڙها ٿين ٿا تہ اهي محبت نٿا ڪري سگهن. کين خبر ناهي تہ جڏهن هو محبت ڪرڻ ڇڏي ٿا ڏين تہ هو پوڙها ٿي وڃن ٿا. موت پيريءَ سان نہ ايندو آهي، بلڪ اهو سڀ ڪجهہ وسارڻ سبب ايندو آهي؟“

-

خبر ناهي تہ حشوءَ جي سوچ پڇاڙي ۾ ڪهڙي هئي؟ چون ٿا تہ ڪيس پڇاڙي ۾ سنڌ ڏسڻ ۽ وڃڻ جي ڏاڍي اُڪير اچي وراڪا ڏيئي ورايو هو. ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻي 1988ع ۾ حيدرآباد آيو هو. مون پنهنجي حيدرآباد واري گهر ۾ ڪيس رات جي ماني تي سڏيو هو. محمد ابراهيم جويو غلام رباني آگرو نصير مرزا ۽ عرفان انصاري بہ اتي موجود هئا. ڪامريڊ سان منهنجي محبت جو رستو 1969ع کان رهيو هو ۽ ڪامريڊ بہ مون سان بيحد پيار ڪندو هو. جو هن جو پٽ ڊاڪٽر ڪنعيو گيانچنداڻي بہ منهنجو دل گهريو يار هو. اتي سوڀي کان ڪچهري هلندي مون حشو بابت پڇيو هو. ڪامريڊ چيو هو تہ ”حشُو جو آخر ۾ اهو خيال

هو تہ هو سنڌ هليو ويندو. پوءِ پلي ڪيس ڇو نہ سرحد تي گوليون هڻي ماريو وڃي!“ آئون اهو بڌي دنگ رهجي ويو هوس ۽ پوءِ اسين ڪيتري دير تائين حشو بابت ڳالهائي رهيا هئاسين.

—

حشُو ڪيولراماڻيءَ جي جيڪا بمبئي ۾ حالت خراب هئي، ان بابت هند جي مشهور سنڌي ليکڪا اندرا واسواڻيءَ بہ هڪ ڪهاڻي لکي هئي. اندرا، برک، جينيئس ڪهاڻيڪار هريش واسواڻيءَ جي گهر واري هئي. پاڻ مهرباني ڪري مون ڪي گانڌيڌام مان بہ ڪهاڻين جا ڪتاب موڪليا هئا. پاڻ اصل ميرپورخاص جي پر واري ڪنهن ڳوٺ جي رهاڪو هئي. سندس ڪهاڻيون نج سنڌي ماحول ۾ لکيل، پر انهن ۾ ورهاڱي جو درد شامل هو. سندس مشهور ڪهاڻي ”پئي اُڏامي رک“ هن جي ڪهاڻين واري ڪتاب ”منجري“ ۾ شامل آهي. اج نہ حشُوءَ حيات آهي نہ وري اندرا ۽ سندس ايڪسٽرا جينيس ليکڪ هريش واسواڻي - پر اندرا جي ڪهاڻي ”پئي اڏامي رک“ حشُوءَ جي ياد کي نہ رڳو تازو تي ڪري، پر ماڻهوءَ جي اکين ۾ تا لُڙڪ لهي اچن. سنڌ جي هڪ مهان پٽ جي دردناڪ حياتيءَ جو سچو احوال پڙهي، اچو تہ اها ڪهاڻي پڙهي ڏسون:

## ”پيئي اُڏامي رک“

سرءُ جي مند. وڻن جا پن پيلا ٿي ڇڻڻ لڳا آهن. رستا پرجي ويندا آهن. سڪل پنن سان ۽ پوءِ رستي جي صفائيءَ واريون مايون ڍڳ ناهي اُن کي تيلي لڳائي ڇڏينديون آهن. پن جهٽ ۾ سڙي ويندا آهن. ۽ رهجي ويندي آهي رک. جيڪا هوا جي تيز جهونڪي سان هيڏانهن هوڏانهن ڦهلجي ويندي آهي.

هُو در جي ٻاهران ئي اچي بيٺو. موهنيءَ در کوليس تہ چيائين، ”ڇو هيئن سست پيئي لڳين؟ تنهنجي گهر ۾ تہ گلاب جا گل ٽڙيا پيا آهن.“

موهنيءَ کي خبر آهي تہ اها سندس خوشامد آهي. جڏهن بہ ايندو آهي تہ اهڙن ئي جملن سان ڳالهائڻ شروع ڪندو آهي. ضرور اڄ بہ ڪنهن ڪم سان ئي آيو هوندو.

"اندر ڪونہ ٿو اچان. بسڪوٽ کارائيندينءَ؟" هُن چيو.

موهنيءَ کيس ٻاهر ئي ڪرسي تي ڪي ڏني ۽ پليٽ ۾ بہ ٽي بسڪوٽ. مٺائيءَ جي چڪي ۽ پاڻيءَ جو گلاس کڻي آئي. جي کيس اندر اچڻ ويهڻ لاءِ چوي ها تہ گهٽ ۾ گهٽ بہ ڪلاڪ تہ ضرور ويهي ها. موهني کيس ڏسي رهي هئي.

بسڪوٽ کائيندي چيائين. "اهو سڀ منهنجي وڏي نانيءَ جو ڏوهہ اٿيئي. مون پنهنجي ڏيءُ کي چئي ڇڏيو هو تہ اهو واپاريءَ جو ٻچو ڪوڙو اٿيئي. تون سٽن سمنڊن جي سهڻي، ڪيئن جالي سگهنديءَ؟ پر منهنجي ڏيءَ اهڙي.. مونکي شاديءَ تي بہ ڪنہ گهرايائون. هاڻي ڏس... ويٺو منهنجيءَ ڏيءَ جا موچڙا کائي.... ماڻهو بہ تہ ڏس ڪهڙا آهن. منهنجو پٽ مونکي سڏو ولائت مان پيسا ڪونہ موڪلي، پنهنجيءَ ماءُ کي موڪلي، ۽ پوءِ منهنجي ڏيءَ مون کي مني آرڊر موڪلي، هاڻي مني آرڊر اچي تہ توکي بمبئي وٺي هلان. هڪڙا بہ روپيہ تہ ڏجانءِ.... ڏسجانءِ هلي، ڇا تہ شان آهي منهنجو بمبئيءَ ۾... اربن روپين جا ڏنڌا... وڏيون فئڪٽريون ٿيون هلن منهنجون!" ۽ سندس اکين ۾ ويچارگي ٽپڪڻ لڳي.

"دادا پاڻي پيئو" موهنيءَ کيس گلاس کڻي ڏنو. هُو گٽ گٽ ڪري پاڻي پي ويو. بہ روپيہ وٺي وري چيائين. "پر توهان جو ڏوهہ ڪونهي" ۽ رمندو رهيو.

ٻئي چوٿين ڏينهن موهنيءَ جي گهر اچي. جي موهنيءَ جو گهوٽ نهال وينو هجي تہ بس، ٻن اڍائي ڪلاڪن تائين وينو هوندو. گهڻو ڪري رات جو انين بجي اچي. کيس خبر آهي تہ رڌڻ واري مائي اُن وقت ويني هوندي آهي. ٿورا ڏينهن اڳ جي ئي ڳالهہ آهي.

”ڇو نهال ڪيڏانهن ويو آهي؟“ جيستائين موهنيءَ جواب ڏئي، تہ چيڪ بوڪ ڪڍي چيائين، ”مان توکي چيڪ ڪڍي ٿو ڏيان. مون کي بمبئيءَ ويڃڻو آهي. ٽڪيٽ لاءِ پيسا کپن. مني آرڊر بہ آيو اٿم، پر پوسٽ ماسٽر پيسا ڦٻائي پيو ٿو جاوا ڪري، مون کي بمبئيءَ تہ ضرور وڃڻو آهي.“

”سڀاڻي مان ٽڪيٽ گهرائي رکنديسانوَ“، موهنيءَ رُکي نموني چيس. موهنيءَ کي خبر آهي تہ جي کيس پيسا ڏيندي، تہ وڃي ڪنٽريءَ جي بوتل چاڙهيندو.

هو ٻئي ڏينهن آيو. اچڻ سان چيائين، ”مائي ويئي آهي؟ چئيس، مان بہ ماني کائيندس.“

موهنيءَ کيس جواب ڪونہ ڏنو. ”ڇو ماني بہ ڪانہ کارائيندينءَ ڇا؟“ هن کلي پڇيو. موهنيءَ چيس، ”مون توهانجي ماني ڪرائي آهي“، ۽ اُٿي وڃي مانيءَ جو پئڪيٽ کڻي آئي. خوش ٿي ويو.

”ٻڌ، هڪ پيالو هڪ گلاس، هڪ چمچو ۽ ماني کائڻ لاءِ هڪ پليٽ تہ ڏي، ڌرمشالا وارا بہ چور آهن. منهنجا سڀ باسڻ کڻي وڃي وڪڻي آيا.“ ۽ وري سندس اکين ۾ ويچارگي ٽپڪڻ لڳي.

”نهال خبر اٿيئي، رات جو پرائيم منسٽر جو فون آيو. چيائين، ”ياڻي، پارت جي پريزيڊنٽ جي چونڊ ڪرڻي اٿم. تنهنجي صلاح ڪانسواءِ تہ اهو فيصلو ڪري ڪونہ ٿو سگهان. سو اڄ رات جو هوائي جهاز موڪليندو. توکي تہ خبر آهي تہ پرائيم منسٽر آڪسفورڊ ۾ مون سان گڏ پڙهندو هو مون کي ڏاڍي عزت ڏيندو آهي.“

۽ پوءِ چپتي وڄائي چيائين، ”بس، هتان ويندس تہ هوائي جهاز بيٺو هوندو. وقت ئي گهڻو لڳندو دهلي پهچڻ ۾، ۽ واپس اچڻ ۾!“ ۽ مانيءَ جو پئڪيٽ کڻي روانو ٿيو.

بہ ٽي ڏينهن رکي وري آيو. ”نهال“، ۽ هُو کلڻ لڳو. ”دهليءَ ويڃڻو ئي پيو. منهنجي رهڻ جو بندوبست راشٽرپتي ڀوَن ۾ ڪيو هئائون. بس راشٽرپتي چڏي ئي نہ. اچي سنڌ جون ڳالهيون ڪيائين، مونکي تو

جهڙي ماڻهوءَ تي فخر آهي... تون سنڌين جو شان آهين. هن ملڪ جو راشٽرپتي تہ توکي ئي ٿيڻ کپي.“ سندس اکين مان وري ويچارگي ٽپڪڻ لڳي. هُو اُتي بينو ۽ وري ويهي رهيو. ”چا تہ ڊنر تي طعام هئا.“

راشٽرپتيءَ چيو. ”اج خاص تنهنجي لاءِ هرڻ جو گوشت نهرايو اٿم. مونکي اخبر آهي تہ جڏهن تون سنڌ ۾ هئين تہ تنهنجو پيءُ توکي هرڻ جو گوشت کارائيندو هو. نهال، چا کائي چا کان. بس، مون تہ هرڻ جي گوشت کانسواءِ ٻيءَ ڪنهن شيءَ کي هٿ ئي ڪونہ لاتو. نهال، توکي تہ خبر آهي تہ مان صرف سنهڙيون تي مانيون کائيندو آهيان...“ ۽ سندس منهن ۾ پاڻي اچي ويو. موهني اُتي هُن لاءِ ماني کڻڻ ويئي. سادي سودي گهر جي ماني ڏسي اکين ۾ خوشي چلڪي پيس.

”موهني تورو ليمي جو آچار اٿيئي؟ هڪ ٻہ سائو مرچ بہ هجيئي، تہ کٽندي اچ.“

جڏهن ويو تہ موهنيءَ نهال کي چيو. ”مون کي تہ هن جي اکين ۾ نهاريندي ڊپ ٿو ٿئي، ڪٿي...“ نهال چيس. ”ڪجهہ ڪونهي، بس ماضيءَ ۾ پاڻ کي ڳولهيندو ٿو رهي. ها ماضيءَ ۾..... جڏهن بهار جي مند هوندي هئي ۽ جتي ڪٿي گل ٽڙيل هوندا هئا. وڻن جا پن چهچ ساوا، تڏهن سنڌ جي ڪنهن هاسٽل ۾ هيءُ ڪتابن سان گهيريو وينو هوندو هو. سندس دوست کيس چوندا ئي هئا. ’انسائيڪلوپيڊيا‘. هُو چا تي نہ ڳالهائي سگهندو هوا؟ هُو ڪنهن تي بہ. ڪهڙي بہ وشيہ (موضوع) تي ڳالهائي سگهندو هو. هٽلر، چرچل، مارڪسواد. لينن. شيڪسپيئر جا ناٽڪ. ايم.اين.راءِ. ٽئگور جي ڪويتا، ڪيٽس، شئلي، شاهہ، سچل، گانڌيءَ جي فيلسوفي. هُو هڪ ذهين شخص هو. ويچارڪ ۽ ودوان هو. پر ورهاڱي هن جي من کي چينهون چينهون ڪري ڇڏيو. هن هڪ دفعي چيو هو ”ماءُ کان ٻار ڪڏهن ڪير زوريءَ ڌار نہ ڪري سگهندو.“ پر ورهاڱي هن کي ٻانهن کان پڪڙي پري ڦٽي ڪري ڇڏيو. پٽ رڙيون ڪندو رهيو. ماءُ سڏ ڪندي رهي. ممتا گهُٽجڻ لڳي. احساس. اُڌما دبجڻ لڳا. هن کي محسوس ٿيو تہ سندس سنگي ساٿي ڪانئر نڪتا.“

۽ هڪ ڏينهن وري نهال وٽ اچي ويهي رهيو.

”تون سمجهين ٿو تہ پارٽ کي هن ڪميونسٽ چوائيندڙ شخص ماءُ جا ڪي سپوت هئا!؟ هنن ماءُ جو کير پيتو هو؟ هيءَ ڏس ۽ هن پنهنجيءَ ڇاتيءَ تي هٿ رکي چيو ’هتي سنڌ سمايل اٿيئي.‘ ۽ وري ٻئي ٻانهون کولي چيائين, ’سنڌو هتان وهندي اٿيئي!‘ پارٽ کي وڏا ودوان ۽ ليکڪ ٿا سمجهن. مون جيترو لکيو ۽ پڙهيو آهي, ٻڌاءِ, ڪنهن سنڌي ٻچي اُن جو هڪ سيڪڙو بہ پڙهيو لکيو آهي....“ ۽ هُو سهڪڻ لڳو.

ڪيڏي نہ ٿڌ هئي اُن ڏينهن! ڪنگهندو ڪنگهندو آيو هو. هڪ ميري پراڻي چادر سان ويڙهيل ڏٻرو سرير. چڱو ڪمزور پئي لڳو. ڄڻ مهينن کان بيمار هجي.

”نهال, هتي ٿڌ تہ ائين ٿي پوي, جيئن سنڌ ۾ پوندي هئي. منهنجي ماءُ سياري ۾ معجون ناهي ڏيندي هئي.“ ۽ موهنيءَ کي چيائين, ”هل تہ ڪراچيءَ وٺي هلانءِ. ڪلفٽن ڏسندينءَ تہ بمبئيءَ جو سمنڊ وسري ويندءِ. بس هاڻي هوم منسٽر کي فون ٿو ڪريان“, چپٽي وڄائي چيائين, ”هتي هيليڪاپٽر لهندو.“

موهني چانهہ ناهي کڻي آئي. سرڪيون پري پيئڻ لڳو. ”نهال, ڏهہ روپيہ تہ ڏجانءِ, سڀاڻي ڏيئي ويندوسانءِ. هتي جي ڪاليجي ڇوڪرن کي انگريزي تہ اچي ڪانہ ٿي. مان اُنهن کي ٽيوشن ڏيندو آهيان. منهنجي انگريزيءَ جو ناليج ڏسي تہ هُو وائڙا ٿي ويا. هاڻي تہ ڇوڪرا ڇڏين ئي ڪونہ ٿا.... نهال, مون تہ هاڻي ڪتاب لکي ڇپڻ بہ ڏيئي ڇڏيو آهي...“ هُو وري سهڪڻ لڳو. ”بس, هڪ ڪتاب جا ڏهہ هزار روپيہ ملندا. ٽيسٽائين ٻيو ڪتاب پورو ٿي ويندو. هاڻي ٿورن ڏينهن ۾ مان هتان جي ڳوٺن ۾ ويندس ۽ اُتان جي ماڻهن, ريتين - رسمن, ڪاڏن - پيتن تي ڪتاب لکندس. رات چيف منسٽر گهرايو هو. چيائين, ”تون ڪتاب لکي ڦٽي ڪندو وڃ. مان اُهي دنيا جي سيني ٻولين ۾ ڇپائيندس. مون کي تہ خبر ئي ڪانہ هئي تہ تو جهڙو جينيس ڪو اسانجي اسٽيٽ ۾ ٿو رهي؟‘ بس نهال, ڪتابن جا پيسا اچڻ شروع ٿيا تہ نوٽن جا انبار لڳي ويندا... پر ڏهہ

روپيہ ڏي.“ نهال ڏهين روپئي جو نوٽ ۽ ٻانهن سان هڪ سويٽر ڪيس ڏنو. هن چادر لاهي سويٽر پاتو ۽ وري مٿان چادر ويڙهي ڇڏيائين.

مهينو ٻہ تہ وري سندس خبر ئي ڪانہ پيئي. اوچتو ئي هڪ ڏينهن آيو تہ سندس حالت پهرين کان بہ بدتر ٿي چڪي هئي. وڏا وار، وڌيل ڏاڙهي، تمام ميري خميص! چيائين، ”سڌو ڳوٺن مان بس ۾ پيو اچان.“ ماڻهو ڇڏين ئي نہ. ڏاڍا سڪ وارا آهن ڳوناٺا. ڇا تہ منهنجي خاطرداري ڪئي اٿائون! رهڻ لاءِ هڪ جهوپڙي ڏني اٿائون. بہ ويلا ماني بہ ڏيئي ويندا آهن. ڪير مامو پيو چويم، تہ ڪير ڪاڪا، ڪير بابا ڪونيم تہ ڪير ڏاڏا. بس هاڻي مشن (mission) پورو ٿيڻ تي آهي.“ ۽ هُو ڪنگهڻ لڳو.

”هينئر پوليس چونڪيءَ تان ٿي پيو اچان. ڌرمشالا وارن منهنجي هڪ پيتي تڳائي آهي. اُن ۾ منهنجا هيرا پيل هئا. هٽلر اُهي هيرا مونکي ڏنا هئا. جڏهن اسين ڪراچيءَ ۾ رهندا هئاسين تہ چارٽرڊ هوائي جهاز ڪري، هٽلر مون کي ونڻ آيو هو. توکي خبر آهي تہ هٽلر جنگ ۾ کٽيو هو.“

موهنيءَ وچ ۾ ئي چيو، ”دادا، هٽلر تہ جنگ ۾ هارايو هو.“

ڪاوڙجندي چيائين، ”تون چپ ڪر. ڪير ٿو چوي هٽلر جنگ ۾ هارايو هو؟ مون کي اوڏي مهل ئي جرمنيءَ وٺي هليو هو ۽ چيائين تون ئي اهڙو هڪ شخص آهين جيڪو لڙائي بند ڪرڻ لاءِ چرچل سان ڳالهائي سگهندو ۽ مون کي هيليڪاپٽر ڏنائين. مان سڌو وڃي چرچل جي ڪمري ۾ لٿو هوس. چوي ٿي، تہ هٽلر هارايو هو. هسٽري جيتري مون پڙهي آهي اوتري دنيا جي ٻئي ڪنهن بہ ماڻهوءَ نہ پڙهي آهي. توکي خبر آهي تہ پارٽ جي پرڌان منتريءَ سان منهنجو ڪيترو نہ گهاٽو رستو هو. هندستان آزاد ٿيو تہ مون کان صلاح ڪرڻ آيو ۽ منهنجي ڇاتيءَ تي هٿ رکي چيائين، ”فلاڻا. تون ئي هڪ شخص آهين هندستان جو پرائيم منسٽر ٿيڻ لاءِ.“ هو سهڪڻ لڳو ۽ سهڪندي سهڪندي چيائين، ”پرڌان منتريءَ چيو تہ اسين تہ تنهنجي اڳيان ناچيز آهيون.... اسين ڇا ڄاڻون

راجنيتيءَ مان... ۽ تون ٿي چوين تہ هٽلر هارايو هو؟" جيئن ئي وري سندس اکين ۾ لاچاري ٽپڪڻ لڳي تہ موهني اُٿي ويئي. ڪيس ڏپ ٿيڻ لڳو. سڏ ڪري چيائينس، "ماني تيار هجي تہ ڪڻي اچ."

وري ٻن ٽن مهينن ڪان پوءِ، "نهال، تون ئي صلاح ڏي تہ مان ڪيڏانهن وڃان؟" ۽ هو کِليو. هتان جا ماڻهو ٿا چون تہ تون اسان جو آهين. ولائت مان روز ٿا نياپا اچن تہ تون هيڏانهن هليو اچ. تون اسان جو آهين.... پر نهال... پر منهنجي ماءُ...." ۽ هُو چپ ٿي ويو. وري آهستي چيائين، "نياپا موڪليندي آهي تہ اچ.... پر مان اُتي وڃي نٿو سگهان.... ها، پر ڇو نہ ٿو وڃي سگهان؟... مون کي ڪير روڪي سگهندو؟ آهي ڪو مائيءَ جو لال جيڪو مون کي سنڌ وڃڻ کان روڪي سگهي؟... پر مان ويندس نہ... پر مان نہ ويندس. جنهن ماءُ مون کي گهر مان لوڌي ڪڍيو، اُتي مان ڇو وڃان؟" ۽ سندس اکين مان ويچارگي ٽپڪڻ لڳي. نهال اُٿي بيٺو ۽ چيائين، "مان ٿورو ٻاهران ٿي اچان ٿو."

"پر مون کي پنج روپيہ ڏي، ٻن ڏينهن کان ماني ڪانہ کاڌي اٿم"، هن ويچارگيءَ سان چيو.

نهال موهنيءَ ڏانهن نهاريو. موهني ماني ۽ پاڻي کڻي آئي، ۽ ٽيبل تي پنجين روپين جو نوٽ بہ رکيائين. هُو کائڻ ۾ مشغول هو. موهني کيس ڏسندي رهي، هن ٽٽل شخص کي... اجا بہ ٽڪرن ۾ ورهائجندو ٿو وڃي. وڏن ٽڪرن مان ننڍا ٽڪرا، ننڍن مان ننڍا ۽ اجا بہ ننڍا. هتان جي ريت مثل، جن ۾ هُو پاڻ سمائيندو ٿو وڃي، جتان هو ڪيڏانهن وڃي نٿو سگهي. شايد ڪنهن ڏينهن اِن ريت ۾ ئي جذب ٿي ويندو. وري سرءُ جي مند ۾ پن ڇڻڻ لڳندا ۽ رستي جي صفائيءَ واري مائي اُنهن جو ڍِڳلو ٺاهي اُن کي تيلي لڳائيندي. ان مان باهہ جا شعلا نڪرندا ۽ پوءِ باهہ آهستي اُجهامندي ويندي ۽ باقي رک وڃي بچندي. هوا لڳندي، رک اڏامندي. هِتي هُتي ڦهلجندي. موهني محسوس ڪيو تہ اُها رک اُڏامي سندس اکين ۾ پئجي ويئي آهي ۽ اُنهن مان پاڻي وهڻ لڳو آهي.

—

ڪنهن تمام وڏي انقلابي جي زندگي بابت، ڪوئي آرٽ فلم ڊائريڪٽر فلم ٺاهي تہ پوءِ ان فلم لاءِ انهي انقلابي جي ٽريجڪ حياتي بابت اسڪرپٽ لکڻ جي ضرورت ڪونہ پوندي.

چاڪاڻ تہ خود حشو ڪيولراماڻي جي سموري زندگيءَ جو احوال ۽ المناڪ پڇاڙي مفلسي واري زندگي فلم جو اسڪرپٽ آهي. وقت بيرحم بادشاهہ آهي، سمنڊ جي تيز ۽ تکي لهر وانگر ٿو ماڻهو کي ڪٽان جو ڪٽي وجي اڇلائي.

"Time is Harper who plays until you sleep."

ڪيڏو نہ هوهِن ماڻهو جو پنهنجي ڌرتيءَ سان من واڳيل. مرڻ وقت بہ هن جي سڌي نهار، سنڌ ڏانهن هئي. مون کي هتي ياد پيو اچي سوويت يونين جي يوڪرين شاعره آنا اخمتوفا جو هي شعر. اياز ان جو ڪيڏو نہ خوبصورت ترجمو ڪيو آهي:

حرفت سان چنڊ،
شاهي دروازي مان پنيان لڪي ڏٺو
تہ ڪيئن مان شام جي وقت
پنهنجيءَ موت کان
پنهنجي شهرت موٽائي ڏني،
هاڻي هو مون کي وساري ڇڏيندا.
منهنجا ڪتاب المارين ۾ پيا بوسيده ٿيندا.
۽ ڪائي گهٽي، يا گذر گاهہ
انا اختموفا جي نالي سان نہ سڏي ويندي!

–

حشو ڪيولراماڻيءَ جي الهاس نگر مان گم ٿيڻ جو سال 1986ع ٻڌائين ٿا. هن جي گمشدگيءَ بابت هڪڙو موقف عام طرح موهن ڪلپنا جو هو. هُن مونکي سيپٽمبر 1986ع ۾ الهاس نگر مان هي خط لکيو هو:

گيتا پون،
الهاس نگر، بمبئي.

پيارا مدد علي،

اُميد تہ خوش هوندين. هري موتواڻي، هند اچي تنهنجو احوال سربستو ڏنو هو. دل تہ منهنجي بہ ڏاڍي چوندي آهي، تہ هڪ ڀيرو سنڌ اچان. منهنجي زال ڪمل اصل حيدرآباد جي آهي. آئون ڪوٽڙيءَ ۾ جايس. پر حيدرآباد جي الهندي ڪچي ۾ جتي اوهان رهو ٿا، منهنجي ناناڻن جو گهر هوندو هو. مون کي حيدرآباد جي گدو رستي تان بس ۾ ڪوٽڙي وڃڻ اجا بہ ياد ٻيٺو آهي. سنڌ اچان تہ ڪوٽڙي وٽ، سنڌو درياهہ ۾ آئون ۽ ڪمل پير پُسائي ويهنداسين. هڪ پاسي ڪوٽڙي ۽ ٻئي پاسي حيدرآباد هوندا. ڪهڙي خبر تہ اها خواهش پوري ٿي سگهندي بہ الائي نہ. پر هاڻ سنڌ ڏاڍي ٿي ياد اچي. بلڪ روزانو سپنن ۾ حيدرآباد، ڪراچي ۽ ڪوٽڙي پهچي ويندو آهيان ۽ ادا ٻي ڳالهہ تہ توهان جا موڪليل پئسا حشوءَ کي نہ پهچائي سگهيس، جيڪي هري موتواڻيءَ مونکي تنهنجي طرفان اچي ڏنا هئا. دراصل حشو اوچتو ئي اوچتو الهاس نگر مان غائب ٿي ويو آهي. انهن ڏينهن بمبئي ۾ سخت طوفاني بارشون پيون هيون ۽ الهاس نگر جي جنهن شمشان گهاٽ ۾ رات اچي ترسندو هو اتان بہ سندس ڪو احوال نہ مليو. مون وٽ هو گم ٿيڻ کان گهٽو اڳ آيو هو. تڏهن مونکي ساهتيہ اڪيڊميءَ پاران 5 هزارن جو انعام مليو هو. حشو مون وٽ آيو ۽ اچي مون کان 5 هزار روپيا گهريائين. سچ پڇين تہ آئون پاڻ ان مهل ضرورتمند هوس. سو مون هن کان نٽائي ڪيس پئسا نہ ڏنا. ۽ هو ڪاوڙجي اتان هليو ويو. پوءِ تہ مونکي بہ ڏاڍو ڏک پهتو. پر آئون ڇا ٿي ڪري سگهيس. سندس گمشدگيءَ بابت بہ رايا آهن: هڪڙو تہ هو انهن بارشن جي پاڻيءَ ۾ ڪٿي لڙهي ويو يا شمشان گهاٽ جي چوڪيدار وٽس ڪجهہ پئسا ڏسي ڪيس قتل ڪري سندس لاش ساڙي ڇڏيو. ان هوندي بہ اسان گهٽي پيچا ۽ ڳولا ڪئي، پر هُن جو ڪوبہ پتو نہ پئجي سگهيو. اهڙي

ريت سمجهيو وڃي ٿو تہ حشو ڪيولراماڻي، سنڌ جو مهان سپوت موت جي مُنهن ۾ هليو ويو. اها هڪ وڏي ٽريجڊي آهي. ان تي جيترو بہ ڏک ڪجي، اهو گهٽ آهي پر ڇا ڪجي؟ سواءِ دک ڪرڻ جي پاڻ ڪري بہ ڇا ٿا سگهون؟ ڪمل ۽ گيتا جا تولاءِ سِڪ ڀريا سلام پهچن.

تنهنجو

موهن ڪلپنا

—

بمبئي ۾ هر سال جولاءِ ۽ آگسٽ ۾ مينهن تمام گهڻا پوندا آهن. پر جولاءِ ۽ آگسٽ 1986 ۾ بمبئيءَ ۾ جيڪي بارشون پيون، سي تمام گهڻيون خوفناڪ ۽ طوفان هيون. خبر نٿي پوي تہ انهن بارن ۾ حشو گم ٿيو يا انهن ڪان اڳ ۾ هو ڪيڏ هليو ويو.

—

الهاس نگر ۾ تي شمشان گهاٽ آهن. حشو انهن مان ڪڏهن ڪنهن ۾، تہ ڪڏهن ڪنهن ۾ وڃي رات رهندو هو. نہ تہ ڪڏهن هو الهاس نگر ريلوي اسٽيشن جي پليٽ فارم تي رات گذاري ڇڏيندو هو.

—

منهنجي پياري دوست، مشهور اديب ۽ ڪونج مخزن جي ايڊيٽر محترم نند ڇڳاڻيءَ هڪ ڀيرو مونکي فون تي ٻڌايو:

”حشو ڪيولراماڻيءَ جي بارشن ۾ لڙهي وڃڻ واري ڏند ڪٿا، موهن ڪلپنا ناهي هئي. ڇو ناهي هئائين، تنهن جي خبر ڪونهي. پر حشوءَ بابت ڇيو وڃي ٿو تہ هو ڪيڏ هليو ويو هو. جو سندس خواهش هئي، تہ هو اتان سنڌ هليو وڃي! حشوءَ جو پٽ گل بہ حشوءَ جي گم ٿيڻ کان پوءِ هڪ ڀيرو الهاس نگر ڪهي آيو هو. هن پوليس ۾ بہ رپورٽ ڪئي هئي پر حشوءَ جو ڪوبہ سراغ نہ لڌو.

—

چون ٿا تہ هو ڪڇ جي رڃ ۾ وڃي ستوا مري ويو يا ماريو ويو؟ ڪهڙي خبر ڪنهن نہ ڄاتو هي ڪهڙو بڏيمان آهي جنهن جي اکين ۾ ڪائي آس، ڪائي ڪلپنا هئي، جنهن ۾ ڪنهن اميد جو ستارو هو. خبر ناهي تہ ڪير آهي جو ستو پيو آهي؛ الائي. ڪهڙن ماڻهن هن جو چمڪندڙ چهرو ڏٺو هوندو تہ جيئن ان کي ڪچي سندس قبر ٺاهجي. ڪهڙي خبر، ڪوئي خاموش آواز. هن جلاوطن شخص جي پرسان بيٺو هجي. اهو آواز بہ ڪنهن پيغمبر جو آواز آهي، جنهن کي ڪائي فرسودگي بہ ويجهي نہ آئي آهي.

—

گمنام قبر ڪنهن لڙائي ۾ وڙهندڙ ڇاتي تي گوليون کائيندڙ سپاهين جون نہ هونديون آهن. جلاوطن جي باهہ ۾ پسم ٿيندڙ هي شخص بہ الائي ڪنهن جي غلطين سبب حالتن جي قيد و ستم جي ستم ظريفي ۾ اڙجي ويو هو.

هو سنجها جو ڏيئو هو. جلاوطني جي ڪري هو يوٽوپين دنيا ۾ هليو ويو. سچ پڇ تہ ڪنهن بہ ڏاهي يا اديب جي اڪيلائي، زندگيءَ جو مشڪل مرحلو هوندو آهي. خاص ڪري يوٽوپيائي اثر هيٺ پوءِ اهو انسان طرحين طرحين جا خواب ڏسندو آهي.

—

ڪراچيءَ ۾ برنس گارڊن کان ڏکڻ پاسي بنهہ ٿورو پرڀرو ءِ ايس.ايم. لا ڪاليج جي سامهون هڪ فليٽ ۾ حشو زندگي جا ڪيترا ورهيہ گذاريا هئا. چون ٿا تہ ماڻهو جيڪي ڪجهہ هن جهان ۾ ڳالهائي ٿو اهو آواز سمورو هن فضائن ۾ رهجي وڃي ٿو بلڪ ائين بہ ڪتي پڙهيو هوم تہ، ماڻهو جي آتما وري بہ اتي ئي ٿي موٽي وڃي، جتي هن جنم ورتو هو. جتي هن زندگيءَ جو هڪ وڏو دور گذاري ڇڏيو هو. ڪهڙي خبر تہ جڏهن آرهڙ جي راتين ۾ رابيل جا گل ٽڙندا هوندا تہ حشُو جو رولاڪ روح بہ پنهنجي ديس سنڌ جي شهرن ڀرِيا ءِ ڪراچي ۾ هلندو هوندو. پوءِ

ٿي سگهي ٿو تہ هو چوندو هجي تہ. اي چنڊ ستارا ساکي رهجو! جو مون ڪڏهن بہ پنهنجي ڌرتي کان منهن نہ موڙيو. واقعي آئون ڪنهن اوجهڙ ۾ اجهامي ويس. ڪنهن اڻجاتل رڃ ۾ ڪوئي ڏکهو پنڌ ڪندي، ڪنهن منزل جي ڳولا ۾ گم ٿي ويس. پر اهو قطعي طور تي بنهہ نہ وسارجو تہ هن ڪاري رات کي پڇاڙيءَ تي پهچائڻ ۾ ڪنهن ڳاڙهي سج اڀارڻ لاءِ منهنجا پير پٿون ٿيا هئا ۽ منهنجون بہ الائي ڪيتريون رت ڦڙيون هن پنڌ جي پيچري تي ڪريون هيون. جڏهن بہ اوهان جي منزل ساپيا ٿئي ۽ ڪا راه ڪوٺي نہ ٿئي تہ:

اهو نہ وسارجو تہ ڪير مئو هو هن رُڃ ۾،
۽ ڪير ڪٿي ستو پيو آهي ڪنهن سُڃ ۾.

—

برک اديب ڪيرت ٻاٻاڻي لکي ٿو:

ٽورن سالن کان پوءِ حشو دهلي ڇڏي اچي بمبئي ۾ وسيو پر سندس ذهني ميزان ٺيڪ نٿي لڳو. اهڙو ڪجهہ ڇا ٿي گذريو جو سندس من ۽ دماغ جي استٿي بگڙي ويـي هئي. هن جو وهنوار ۽ ويچار ڪجهہ عجب ۽ آساڌارڻ پئي لڳو. ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو هئائين. ويجهن دوستن وٽ ويندو هو. ڪنهن کان بہ روپيا، ڪنهن کان پنج روپيا تہ ڪنهن کان ڏهہ روپيا گهُري وٺندو هو. ائين چئي تہ "مان اُتم گرنٿ (World Classic) وينو لکان. جنهن مان لکن ۾ مون کي رائلٽي (اجورو) اچڻو آهي. مان هيءُ قرض طور ٿو وٺان. جيڪي پنهنجي ڊائريءَ ۾ داخل ڪندوٿو وڃان ۽ جيئن منهنجي رقم آئي تہ مان سيني کي اهو قرض موٽائي ڏيندس..." ائين هو چانهہ ڊبل روٽيءَ تي گذران ڪندوهو. سنگريٽ ڪانسواءِ بہ رهي نہ سگهندو هو. هڪ ٻئي پنيان ڦوڪيندو ويندو هو. سستي اگهہ وارو سگريٽ خريد ڪندو هو. ڳالهائڻ ۾ پوندو هو تہ جڙ بند ٿني پيو. نڪو ڪنهن کي ڳالهائڻ ڏيندو هو ۽ نڪو پاڻ ڪٿي دم پٽيندو.

گهڻي ياڳي هوش ۾ عقل سان ڳالهائيندو هو ۽ ڏاڍو اثرائتو لڳندو هو پر جي اوچتو ڳُجهڪي آيس تہ پوءِ پنڙيءَ تان لهي ويندو هو. اهڙيون ڳالهيون ڪندو جو سندس سنوائيءَ ۾ ئي شڪ پئجي وڃي. اڪثر چوندو هو مان جيڪو پستڪ لکان وينو ان جو هڪ هڪ صفحو ڀارت جو راشٽرپتي گهرائي وٺندو آهي... ڀارت جي پرڌان منتري اِندرا گانڌي ڪي بہ اهم فيصلا ڪرڻ کان اڳ مون سان صلاح ڪندي آهي، جيڪي بہ دنيا ۾ نيون کوجنائون ٿيون، تن جي پهرين اڳڪتي مان ڪندو آهيان. مطلب تہ ڪيتورئي بيجوڙ ۽ اٽڪلن ۽ وشواس کان ٻاهر چوندو ويندو هو. ظاهر هو تہ هو اُتي، اهم (Super Ego) جي احساس ۾ مبتلا هو. اها ڳالهہ سياوبڪ بہ هئي، جيڪو شخص ايو عقل جو صاحب، جو مائٽن کيس ڪليڪٽر بڻجڻ جي آس سان انگلينڊ موڪلي ڏنو سو هن نموني بلڪل ناڪامياب ۽ نڪمي زندگي گهاريندو هجي، سو پنهنجي فهم کي تہ ڪو تہ آٿت آسرو ڏيئي جيون سڱل هئڻ جي ڀرم کي پاليندو...

رهڻ لاءِ شروع ۾ تہ پيڊر روڊ تي پنهنجي ٻيڙي ڀيڻ جي گهر جي ڪليل بالڪنيءَ ۾ هڪ فراسيءَ ۽ هڪ چادر سان ڪم هلائي ويندو هو پر رات جو تمام دير سان اچڻ ڪري کيس اُتان بہ نيڪالي ملي. پوءِ تہ هڪ بلڪل لاوارثن وانگر ڪڏهن ڪٿي تہ ڪڏهن ڪٿي سمهي پوندو هو. رات ڪاٽي، وري بمبئيءَ جون گهٽيون ۽ رستا ڪڇيندو وتندو هو. ڌرمشالائن ۾، پليٽ فارمن تي يا مساڻن ۾ رات گذاريندو هو. آخري ڏينهن ۾ الهاسنگر (سنڌو نگر) جي مساڻن ۾ رهندو هو.... پوءِ اوچتو لاپتا ٿي ويو.

آخري وقت تي جنهن شخص کيس ڏٺو هو سو سندس ويجهو مائٽ آهي، مسٽر ماڌو يمياڻي، جنهن کان آخري دفعي هن ٽن سَون روپين جي گهر ڪئي ۽ ضد ڪري تي سؤ روپيا کيسي ۾ وجهي، ٻاهر نڪري ويو. اُن ڏينهن تي اوڙڪ برسات پئي پيئي، گهٽيون، رستا، نديون نارا ٿي لڳا. سندس لاپتا ٿي وڃڻ جو هڪڙو انومان اهو آهي تہ هو سنڌو نگر ويندي ويندي، اهڙي ڀيانڪ رات جو اونداهيءَ ۾ ڪٿي نہ ڪٿي ترڪي پاڻيءَ ۾ لڙهي، الائي ڪٿي وڃي دفن ٿيو هوندو. ٻيو انومان اهو بہ آهي تہ

مساڻيءَ. تن سَوَن قرڻ جي لالچ تي، حشو کي گھريءَ اونداهي رات جو فائدو وٺي، ختم ڪري، ان مساڻ ۾ پوري چڏيو ٿو ڏسجي. اهو انومان برک ليکڪ موهن ڪلپنا بہ ڪڍيو هو جنهن بہ حشوءَ جي پوئين ڏينهن ۾ ڏاڍي مدد ڪئي هئي. اهڙي قسم جي رپورٽ پوليس کي بہ ڪئي ويئي هئي، پر ان جو ڪوبہ نتيجو ڪونہ نڪتو. ڪيئن بہ هجي، هڪ اعليٰ سنڌي بڌيمان جي پڇاڙي جي ههڙي تنگ دستي ۽ دردناڪ نموني ۾ ٿئي، سا نهايت پيڙادائڪ ۽ اسان سڀني لاءِ "حيف" لائق آهي.

—

مشهور چترڪار مهروان مامتاڻي لکي ٿو:

حشو ۽ اسان جي ڪٽنب ۾ سٺي اچ وڃ هوندي هئي. جيتوڻيڪ سنڌ ۾ مان هن سان آمهون سامهون ڪونہ مليس. ورهاڱي کان اڳ، حشو انگلستان بہ رهيو ۽ سياسي سرگرمين ۾ بهرو پڻ ورتائين.

ورهاڱي کان پوءِ جڏهن ڪيس ديس بدر ڪيو ويو تہ هو دهليءَ ۾ رهڻ لڳو. اٺويهہ سؤ پنجاهہ واري ڏهاڪي جي شروعاتي ڏينهن ۾ مون هن کي پهريون پيرو ڏٺو. اوني ڪپڙي مان نهيل ٽري پيس سوٽ ۾ ملبوس، وات ۾ پائيپ رکيل هئس ۽ تڪڙو تڪڙو ڳالهائي رهيو هو جو ڪنهن کي وجهہ ئي ڪونہ ٿي ڏنائين.

پر، سچ تہ سندس ڳالهيون نهايت دلچسپ هيون. انگلستان، انڊيا ۽ نئين ملڪ پاڪستان جي پوشيده سياسي سرگرمين بابت هونديون هيون.

تنهن وقت مان ارڙهن سالن جو مس هئس ۽ حشوءَ جي سپاڪ ۽ نج ڪردار، مون کي سحر ۾ قابو ڪري وڌو هو. منهنجو ابو حشوءَ کي بالڪپڻ کان سڃاڻيندو هو. چاڪاڻ تہ هو پريا شهر ۾ اسان جو پاڙيسري بہ هو. منهنجي ابي سان گڏجي ناتڪ گهر ۾ هڪ دفعي ڪنهن ناٽڪ ۾ اداڪار بہ بڻيو هو.

سنڌ ۾ منهنجو ابو حشوءَ جي ڀاءُ گوپ راماڻيءَ کي علم رياضي سيکاريندو هو. اڳتي هلي گوپ ريلوي ۾ آفيسر (ٽڪيٽ ڪليڪٽر) ٿيو ۽ متراء، انڊيا ۾ رهيو. حشوءَ جي امڙ، گوپ سان متراءِ ۾ رهندي هئي. دهلي ۾ ڪڏهن ايندي هئي ته اسان وٽ به چڪر لڳائيندي هئي. وڏي ٻڍيادي ۽ نادر عورت هئي. منهنجي ابي امڙ ۽ ڏاڏي (جيڪا اصل ڪنڊيارو جي هئي) سان ڪچهري ڪندي هئي.

دهليءَ ۾ هڪ ڀيرو حشو اسان جي گهر آيو. پاڻ سان، به جاڙيون نينگريون به وٺي آيو هو ۽ اعلان ڪيو هئائين ته ٻن ڏيٽرن جي بيواهه امڙ سان شادي ڪئي اٿائين. سندس اعلان ٻڌي اسان عجب ۾ پئجي ويا هئاسين. سندس چواڻي ته، هو پنهنجي وني سرلا کان ڪراچيءَ وارن ڏينهن کان واقف هو. ڪراچيءَ جي شاگرد تحريڪ ۾ سرگرم هئي. ڪجهه سالن ۾ حشو کي سرلا مان پٽ جو اولاد ٿيو. پنهنجي پٽ جي پيدائش تي هو ڏاڍو خوش ٿيو. سندس نالو "گل" رکيو هئائين.

حشوءَ جي ڪنوار سرلا نوڪري ڪري ڪجهه پئسا ڪمائي وٺندي هئي، جنهن سان گهر جو وهنوار هلندو هو. حشو انگريزي اخبار "هندوستان اسٽينڊرڊ" ۾ فري لانس صحافي طور ڪم ڪندو هو. هڪ سچي انقلابيءَ جيان ڪيس ڪنهن بندي جي سرواڻي هيٺ ڪم ڪرڻ اوکو لڳندو هو. ڪيس پنهنجي شخصي آزادي ڏاڍي عزيز هئي. سندس سلسليوار ڪالم "Pakistan X-rayed" وسيلي ڪجهه آمدني ملي ويندي هئس. اهي ڪالم عوام ۾ ڏاڍا مقبول هئا. انڊيا جو معروف سياستدان ڪرشنا مينن به سندس پرستارن منجهان هو.

ڪرشنا مينن ۽ حشوءَ جي واقفيت انگلستان وارن ڏهاڙن کان هئي. اتي سندس رفيق ٻڻجي ويو هو. ڪرشنا مينن جي سفارش سبب، جواهر لال نهرو، حشوءَ کي پاڪستان لاءِ انڊيا جو سفير ٿيڻ جي آڇ ڪئي، پر حشوءَ معذرت ڪئي ۽ پنهنجي شخصي آزادي تي معاهدو نه ڪيائين.

سچ تہ حشو سماجي قيد و بند کان آزاد رهندڙ شخص هو ۽ ڪنهن رياستي نظام هيٺ ڪم ڪرڻ نہ ٿي گهريائين.

سنڌ ۾ ان هٿين خالي تڙيل هندو سنڌين سان ٿيل ناانصافي جو حشوءَ کي اونهو ادراڪ هو. سنڌي هندن کي انڊيا ۾ پنهنجي ڪا رياست ڪونہ هئي. چؤگرد پکڙيل هئا، هڪ ٻئي کان ڇڙوڇڙ هئا. ڪين پناهگير ڇئي ڏڪاريو ٿي ويو. سندس پورهئي کي انهن ڏينهن ۾ ڪا مڃتا ڪونہ ٿي ملي. سنڌي ٻولي، ادب ۽ آرٽ جي بقا جوکم ۾ اچي ويئي هئي. 1950ع ۾ جڏهن انڊيا جو آئين جڙيو تہ سنڌي ٻوليءَ کي ائين (VIII) شق ۾ شامل نہ ڪيو ويو. انڊيا جي وڏن شهرن، دهلي، بمبئي، اجمير، جئيپور، ڀوپال، گانڌيڌام ۾ سنڌي تنظيمون جوڙيون ويون.

دهليءَ ۾ سنڌو سماج جي نالي سان تنظيم ٺاهيسين. حشو کي سرواٽي جو سهرو پارايوسين، تہ جيئن سنڌي ٻوليءَ کي ائين شق ۾ شامل ڪرائڻ جو مطالبو رياست سامهون رکي. مون کي ياد آهي تہ پارليامينٽ سامهون ڪيئن نہ جهنڊا ۽ پوسٽر کڻي احتجاج ڪيو هئوسين. انڊيا جي صدر کي هزارين ماڻهن کان دستخط وٺي، هڪ درخواست اماڻي سين. سڄو گهر ۾ مختلف سنڌي ثقافتي پروگرامن جو بندوبست ڪندا هئاسين، جنهن ۾ موسيقي ۽ ناٽڪ پيش ڪيا ويندا هئا. حشو جون تقريرون ٻڌي، سامعين دنگ رهجي ويندا هئا.

حشوءَ جو ڀڳت سنگهہ مارڪيٽ وارو گهر، سنڌو سماج تنظيم جي رضاڪارن جو اڏو هوندو هو. اتي مون بہ سنڌي ڪلاڪارن جي فن جي نماءَ لاءِ هڪ ميلي جو بندوبست ڪيو هو. حشو ڪلا ۽ ڪلاڪارن جو يار هوندو هو. منهنجي هڪ پينٽنگ ”صوفي راڳ“ کيس ڏاڍي پسند پيئي ۽ پنهنجي گهر جي ڀت تي ٽنگي هئائين. حشو پنهنجي ٻارڙن جي بہ مصوري لاءِ حوصلا افزائي ڪندو رهندو هو. سندس جاڙين ٻارڙين، مينا ۽ نينا کي پينٽنگ سيکاريندو هوس.

1960ع ۾ حشوءَ مون تي ذميواري سونپي تہ سندس ڪتاب (Sindhi Short Stories) ۾ هر ڪهاڻي لاءِ تصويري خاڪو ڏيان. اهو ڪتاب 1960ع ۾ ڀيهر ڇپيو.

حشوءَ جي پٽ "گل" انجنيئرنگ ۾ ڊگري ورتي، پر اندر ۾ ڪلاڪار وينو هئس، تنهن ڪري ڪلاڪار ٿيڻ لاءِ 1978ع ۾ جرمني ويو. اجڪلهہ اتي ئي رهي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن هو فون تي مون سان رابطو ڪندو آهي، پر پنهنجي ابي جو گهڻو ذڪر ڪونہ ڪندو آهي.

حشُو بابت ماڻهن جي راءِ متنازعہ آهي. شايد سندس فرنگي اندازِ بيان، عام ماڻهن کي سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو ۽ کهرو لهجو بہ مشرقي ماڻهن کي ڏکيو لڳڻ لڳو هو. عموماً حشُو آپي مان ٻاهر نڪري، سڌو سنئون سچ، ماڻهن جي منهن تي چٽي ڏيندو هو. ڪو رک رکاءُ نہ ڏيکاريندو هو.

سيني يارن کي سندس رويو پشيمان ڪرڻ لڳندو هو. سنڌي ادبي لڏي ۾ بہ گهٽي رهائي ڪونہ هئس. اهي وري کيس بدنام ڪرڻ لاءِ مٿس يانت يانت جا ليبل چپڪائيندو هئا. ڪن اشتراڪي ڪوٺيس، ڪٽر آر ايس ايس وارن هندن کيس ڪانگريسي چمچو سڏيو تہ ڪانگريسي ڪارڪنن وري کيس اشتراڪي چيو. تعجب جي ڳالهہ هيءَ آهي تہ حشو ڪنهن بہ سياسي تنظيم جو حصو ڪونہ رهيو.

سوَلن لفظن ۾ حشُوءَ بابت راءِ ڏجي تہ حشو سماج سڌارڪ شخص هو. جنهن کي پنهنجا همعصر سڃاڻي ڪونہ سگهيا. حشُوءَ جي باطني شعور ۽ شخصيت جو گهٽ ماڻهن ئي قد رڪيو. ڪي هئا جيڪي حشوءَ کي "سنڌي ڏاهو" سمجهندا هئا.

حشو خط و ڪتابت وسيلي، سنڌ ۽ اتان جي اهم شخصيت — جي ايم سيد، شيخ اياز ۽ ابراهيم جويو سان ڳنڍيل رهندو هو. اهي کيس سنڌ جي ثقافتي ۽ سياسي تبديلين کان آگاهہ رکندا ايندا هئا. ائين ٿي لڳو تہ حشو دل جي گهرائين سان پنهنجي جنم ڀومي سنڌ ۾ رهڻ ٿي گهريو. (حشُو لاءِ) جڙ ورهاڱو ٿيو ئي ڪونہ هو.

هندستان ۾ سمورا سنڌي ٽڙيل پکڙيل هئا. پنهنجي بقا لاءِ جنگ جوٽي رهيا هئا. مقامي ماڻهن کي سنڌي ته اصل زهر لڳندا هئا.

60 واري ڏهاڪي تائين ته پوئين پيڙهيءَ کي پڪو ويساهه هو ته، هو پنهنجي اباڻيءَ ڌرتي ورندا، اڳ جيان خوش گذاريندا. سياسي اُٿل پُٿل وري ٿيندي، سڀ ڪجهه پهريائين وانگر ٿي ويندو. گڏوگڏ، هندستان ۾ به جياپي لاءِ جاکوڙيندا رهندا هئا ۽ نئين سنڌي نسل جي بهتر پالنا به ڪرڻ لڳا.

مان 1966ع ۾ جرمنيءَ لاءِ انڊيا ڇڏي. حشوءَ سان آخري ڀيرو 1968ع ۾ ملاقات ٿي. هو دهليءَ ۾ مون سان گڏيو هو ۽ خوشخبري ٿي ٻڌايائين ته هاڻي سنڌي ٻوليءَ کي به هندستان جي آئين جي اٺين شق ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

اها ننڍڙي ملاقات، حشوءَ سان آخري ملاقات هئي. ان ڪانپوءِ هن کي مون ڪڏهن ڪونه ڏٺو. سنڌي اديبن ۽ دانشورن کان حشُو جي انت بابت ناقابلِ يقيني جڙتو قصو ٻڌندو هئس. ڪنهن کي ڪا خبر ڪونهي، ته سندس زندگيءَ جو انت ڪنهن آندو! يا پاڻمرادو هڪ نامعلوم فقير وانگر، ڪنهن گهٽيءَ ۾ طبعي موت مئو. سندس موت هڪ معمو آهي. ڪيڏي نه دکدائڪ ڳالهه چئجي!

—

**هيرو شيوڪاٽي:**

هينئر سنڌ مان ناياب ڪتاب آيو آهي ”حشو ڪيولراماڻي: نـ وسرندڙ شخصيت“، مدد علي سنڌي منهنجي دوست جو لکيل ڪتاب. ان ڪتاب مونکي اصل ۾ ڏاڍو پريشان ڪري ڇڏيو آهي. اهو ڏاڍو ناياب ڪتاب آهي جو توهان سنڌ وارن ان کي ياد ڪيو آهي. خاص ڪري منهنجو ڌيان ڇڪايو تـ ڪوَر تي جيڪا تصوير ڏنل آهي جنهن ۾ مسجد ۾ بـ ڏيئو ٻاري رکيل. اها حشوءَ جي غيرتعصبي خيالات هئا. اها تصوير هن ڪتاب جي ڪوَر تي، مسجد جي ميناري تي ڏيئو ڏيکاري اسان جي گڏيل غيرتعصبي تهذيب جو جيڪو اشارو ڏنو آهي، تنهن تي مان سچ پچ متاثر ٿيو آهي. هوءَ انگريزيءَ زبان ۾ وڏي مهارت رکندو هو. هُن جي قابليت کي ڏسي دل چوندي هئي تـ حشُو جهڙي شخصيت کي هِتي جو وزير خارجـ هئڻ گهربو هو.

**هيرو ٺڪر:**

سنڌ مان شايع ڪيل، ياءُ مدد علي سنڌيءَ جو ڪتاب ”حشو ڪيولراماڻي ـ نـ وسرندڙ شخصيت“ پڙهيم. سرورق تي مُمبر تي روشن ڏيئي جي تصوير ڏسي دل روشن ٿي ويئي. ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيم تـ اُن ۾ ٿي کوئجي ويس. حشُو جنهن حالتن کي موڙي دنيا ۾ جديد سماج اڏڻ جو مقصد ڪٽي راهـ تي قدم رکيو هو. حشو جنهن هڪ آزاد، خوشحال ۽ انصاف پري سنڌ جي تعمير جو سپنو ڏٺو، تنهن سان وقت ڪيئن دوکا ڪيا، تاريخ کهڙا وٺل وهايا. اُن حشوءَ بابت مدد علي سنڌيءَ جو جوڙيل جيون ورتانت ۽ ڪتاب جي اڳياڙيءَ ۾ ياءُ موهن گيهاڻيءَ جو موثر مهاڳ پڙهندي مان ايترو تـ کوئجي ويس، جو مونکي

ڪا سڏ سماءَ ئي نـ رهيو. سنڌ جي هن بي مثال جينيس (Genius)، ڪمال جي مطاليع واري، آدرشي انسان جي جدوجهد ڀري جيوت، جلاوطنيءَ وارين پوڳنائن، ٽُٽل گهرو زندگيءَ جا احوال پڙهي، پُرنم اکين ۽ درمانده دل سان هڪ ويهڪ ۾ ڪتاب پڙهي پورو ڪيم. بـ تي ڏينهن تـ سوچيندو ئي رهيس تـ ذهين، باشعور ۽ اعليٰ مقصد وارن انسانن لاءِ، دنيا ۾ ڪيڏا نـ ڏک سُور ۽ عذاب آهن!

حشو ڪيولراماڻيءَ جو نالو مون پهريون دفعو 1959 ۾ ٻڌو هو جڏهن هن سنڌي ڪهاڻين کي انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري ڪتاب ڇپايو هو، جيڪو مون پنهنجي اُستاد ۽ دوست نارائڻ ڀارتيءَ کان وٺي پڙهيو هو. تنهن وقت منهنجي عمر 16 سال هئي ۽ اڃا تازو ساهتيڪ مئدان ۾ قدم رکيو هئم. حشوءَ بابت گهڻيون ئي ڏند ڪٿائون ٻڌيون هيون تـ زبردست Intellectual آهي، انگلينڊ مان پڙهي آيو آهي، انگلينڊ ۾ نهرو، ڪرشنامينن، اِندرا وغيره جي سنگ ۾ رهيو هو جيڪي اُن وقت ڀارت جا انتهائي وڏا نالا هوندا هئا. ان ڪري سندس نالو هڪ خوفيده عزت ڀريو ڀاوَ ڪٽي هلندو هو تـ اهڙي وڏي ماڻهوءَ جي سامهون ڪيئن وڃبو جو اُتي تـ ڀاڻ کي تمام ننڍو سمجهبو ۽ خاص ڪري ان حالت ۾ جو اڳلو انگلنڊ جي مشهور ترين يونيورسٽيءَ ۾ پڙهيل ۽ اسان ڪلياڻ ڪئمپ جي رفيوجي ڪالونيءَ ۾ پٽ (فرش) تي ويهي سنڌي ميڊيم سان پڙهيل.

بهرحال منهنجو اِهو ڊپ 1961 ۾ اُن وقت اُڏامي ويو جڏهن مان پنهنجي دوست نارائڻ ڀارتيءَ سان گڏ، ڀوپال ۾ سنڌي ٻولي سميلن ۾ ڀهرو وٺڻ لاءِ ويس. تن ڏينهين ريلوي - رعايت ملڻ، ڌرمشالائن ۾ مفت رهائش ۽ کاڌي پيتي جو بندوبست هجڻ سبب چار چار پنج پنج هزار سنڌي سميلن ۾ ڀهرو وٺندا هئا، فقط بسترو پنهنجو کڻي وڃڻو پوندو هو. اتفاق اهڙو اچي ٿيو جو ڌرمشالا ۾ جنهن هنڌ تي تيرٿ بسنت ۽ سندس دوست حشو ڪيولراماڻيءَ پيتي ۽ سامان رکي بسترو لڳايو هو اُتي ۽ ڀارتي ۽ مونکي بـ بسترو لڳائڻ جو موقعو مليو. نارائڻ ڀارتيءَ جڏهن هنن ٻن مهارٿين (Stalwarts) سان منهنجو پريچئہ ڪرائي، ڪين مون بابت ٻڌايو تـ

تازو شاعري شرع ڪئي اٽس ۾ سندس رچنائون 'هندواسي' ۾ ڇپبيون آهن. ته حشو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ منهنجي پُٺي ٺپريندي چيائين ته "تنهنجو هڪ به غزل ۽ گيت مون پڙهيا آهن. سنو ٿو لکين. سنڌيءَ کي نوجوانن جي ضرورت آهي. لکندو ئي رهجانءِ."

ڀوپال سميلن ۾ حشوءَ جي تقرير بيحد اهم ۽ ڏيان ڇڪائو رهي، جنهن جو بعد ۾ به گهڻو ذڪر ٿيندو رهيو هو. اُن کان پوءِ سندس سنڌي ٻوليءَ جي تسليميءَ لاءِ ڪوششون ۽ اُنهن ۾ ڪاميابيءَ لاءِ مظاهري طور "ڪراچي حلوي واري تحريڪ". جنهن دوران پارليامينٽ ميمبرن کي حلوي جو پئڪيٽ ڏيئي، کين سنڌي ٻوليءَ جي تسليميءَ لاءِ ووٽ ڏيڻ لاءِ اپيل پئي ڪئي ويئي، سي ڳالهيون حشوءَ جي عقل ۽ اِدراڪ جو چوٻولو ڪٽي هلنديون رهيون.

حشوءَ جي دهليءَ ۾ ۽ منهنجي اُن وقت گهڻو دور بمبئيءَ ۾ رهائش سبب منهنجو حشوءَ سان گهڻو سبنڌ جُڙي نه. پر بعد ۾ دهليءَ ۾ اچي رهڻ تي حشوءَ جي گهرو زندگيءَ وارن رولڙن ۽ سندس بدحاليءَ بابت ڪهاڻيون ٻڌڻ ۾ ايندريون هيون. پر پوءِ ترت ئي دهلي ڇڏي بمبئيءَ هليو ويو.

بهرحال، هن ڪتاب ذريعي حشوءَ جي عظمت ۽ پڻ زوال ۽ بدحاليءَ بابت سموري تصوير اکين آڏو اُڀري بيهي ٿي.

سنڌي جاتيءَ جي پنهنجن دانشورن ڏانهن بي رخي عالم آشڪار آهي. افسوس اِن ڳالهه جو به آهي ته حشوءَ جي ڪيرت ٻاٻاڻي، موهن ڪلپنا، لڇمڻ ڀاٽيه جهڙن ڏکهن هٽن وارن شخصن سان ويجهڙائپ به هن لاءِ مددگار ٿي نه سگهي ۽ بعضي ڪيس ضرورت وقت، هڪالي به ڪيڻدا رهيا ۽ ڪي وري پوءِ سندس نالو وٺي Fantasies جي عالم ۾ وڃڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا. جيئن لڇمڻ ۽ موهن ڪلپنا جي بيانن مان ظاهر آهي.

اهڙين حالتن ۾ جس هجي ڀاءُ مدد علي سنڌيءَ کي، جنهن هر ڪا ڪوشش وٺي سنڌو ديش، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ڪلچر سان اٽوٽ پيار

ڪندڙ هن امر ڪردار جي جيوت ڪي روشنيءَ ۾ آندو آهي، جنهن ڪان هيستائين سنڌي دنيا محروم هئي. ٻيءَ حالت ۾، زمانن پڇاڻان، اگر ڪنهن اتفاقي ماخذ ذريعي، ڪنهن وقت هيءَ ڪهاڻي روشنيءَ ۾ اچي ها تہ اسان وارو زمانو ملامت جو باعث بڻجي ها. وري بہ جس هجي ياءُ مدد ڪي، جنهن هڪ تاريخي ڪم ڪري، اسان واري زماني ڪي ڏوراپي ڪان بچائي ورتو آهي.

**لڪمي ڪلاڻي:**

پيارا ياءُ مدد علي سنڌي/نند چڳاڻي،

'ڪونج' جي هن خاص انڪ (جولاءِ – آگسٽ 2016) ۾ حشو ڪيولراماڻيءَ جهڙي لاثاني شخصيت کي روشنيءَ ۾ آڻي توهان پنهنجي پاٺڪن کي هڪ انمول تحفو پيٽ ڏنو آهي. ياءُ مدد علي سنڌيءَ بہ مُبارڪون لهڻيون، جنهن حشوءَ جي زندگيءَ بابت هيترو سارو مسودو ڪٺو ڪري، اِتهاس جي ورقن ۾ وڃائجي ويل هن انقلابيءَ کي ڳولهي لهي، سندس اَديت ڪردار کي چنڊي ڦوڪي نئين سر جيئاري، سنڌ جي تاريخ ۾ ڪيس پنهنجو اهم مقام واپس ڏياريو آهي.

هن انڪ ۾ حشوءَ جي جيون بابت سموري جاڻ حاصل ڪندي شدت سان محسوس ٿيو تہ هو هڪ بُلند پايي واري شخصيت، هو. جنهن سنڌ کي بيحد پيار ٿي ڪيو. ورهاڱي بعد هن پنهنجي ماءُ جي گود ڇڏڻ نٿي چاهي. ڪيس ڪيترو عرصو جيل ۾ بند رکيو ويو. ۽ آخر ڪيس ايئرپورٽ تي وٺي وڃي، جهاز ۾ چ اڙهي جلاوطن ڪيو ويو.

هن ڪتاب جي 'پيش لفظ' ۾ سنڌيءَ جي وڏي عالم، اديب، مفڪر محمد ابراهيم جويي صاحب حشوءَ کي پنهنجي خراج عقيدت ڏيندي لکيو آهي:

"حشوءَ جي وڃڻ کان پوءِ اسين سڀ دوست خاص طور تي سائين جي ايم سيد، شيخ اياز، سوڀو گيانچنداڻي ۽ آءٌ ڏاڍو اُداس ٿي پيا

هئاسين. حشو نہ فقط اسانجو دوست هو پر اسانجي آدرشي ۽ اڻ ٿڪ جدوجهد جو حصو بہ هو. هن جو وڃڻ اسان جو ۽ سڄي سنڌ جي مظلوم ماڻهن جو وڏو نقصان هو. ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ حشو سنڌ جو جينيس هو. هن وٽ ڪمال جو مطالعو هو. هن جي سوچ ترقي پسند ۽ انقلابي هئي... سنڌ ڌرتيءَ سان هن جو لازوال عشق هو.“

مدد علي سنڌيءَ پنهنجي هن ڪتاب ۾ اسان کي ڄاڻ ڏني آهي تہ سائين جي ايم سيد حشو ڪيولراماڻيءَ کي پنهنجو سياسي استاد ڪري سڏيو آهي. سائينءَ جي لکڻ موجب ”حشو ئي اُهو ماڻهو هو جنهن کيس قوميت جو مسئلو سمجهايو تہ گڏيل هندوستان ۾ مختلف قومون آهن ۽ سنڌ جي بہ هڪ قومي ۽ وطن واري حيثيت آهي. حشوءَ ئي قوميت جي بنيادي متن کان مونکي واقف ڪيو جنهن جي روشنيءَ ۾ آءٌ سموري صورت صورتحال کي نئين نقطہ نگاهہ سان ڏسڻ لڳس. ان وقت مون کي هندو يا مسلم قوميت جي نظريي کان ٻاهر ڪا راهہ نٿي ڏسڻ ۾ آئي. اُن وقت حشو ڪيولراماڻيءَ جي صُحبت ۽ گفتگو مون لاءِ روشنيءَ جي تِرورِي جو ڪم ڏنو ۽ حشو نہ هجي ها تہ آءٌ اونداهيءَ ۾ گُم ٿي وڃان ها!“

مدد علي سنڌيءَ سنڌ جي وڏي شاعر شيخ اياز کان حشوءَ بابت سموري ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترين ڪچهريون ڪيون هيون ۽ خطن ذريعي بہ حشوءَ جو احوال هن کان قلمبند ڪرايو هو. جئن تہ اياز حشوءَ جي ويجهن ساٿين مان هو. شيخ اياز جو هڪ خط مدد عليءَ هِت حوالي طور ڏنو آهي, جنهن ۾ اياز مدد عليءَ کي لکي ٿو, ”تون سچ ٿو چوين تہ حشوءَ بابت مون کي ڪوئي ڪتاب ضرور لکڻ گهرجي. سيد بہ هن تي لکيو آهي پر شخصي طرح آءٌ هن تي گهڻو ڪجهہ لکي سگهان ٿو ۽ ڪيترن هنڌن تي مون هن جو ذڪر ڏاڍي پيار سان ڪيو آهي.

مون اها ڳالهہ ڪٿي لکي بہ آهي تہ مان جيڪي ڪجهہ بہ آهيان, اُهو حشو, سوڀي ۽ جوبي جي ڪري آهيان. انهن ماڻهن سان منهنجي ملاقات نہ ٿئي ها, تہ مان مان نہ هُجان ها... تہ توکي حشوءَ سان ڪيڏو نہ پيار آهي. ان ڳالهہ جي مون کي ڄاڻ آهي. مان اڪثر سوچيندو آهيان,

تنهنجي هن سان ڪيڏي نہ سِڪ آهي، باقي جي تون هن سان ملين ها تہ توکي معلوم ٿئي هات ہ پَٺائيءَ جي انهيءَ سِٽ 'مون سي ڏِنا ماءِ، جنين ڏِٺو پرين کي' ۾ ڪهڙي ڪيفيت سمايل آهي، سنڌ ٻيو حشو ڪٿان آڻيندي.... مونکي ياد آهي تہ ڪو وقت هو جو منهنجون حشوءَ سان راتين جون راتيون گُذرنديون هيون. هو جڏهن ڳالهائيندو هو تہ اسين پنڌ پهڻ ٿيو پيا هن جون ڳالهيون ٻُڌندا هئاسين. پر هاڻ هن جون ڳالهيون ڪوئي ماڻهو ٻُڌڻ لاءِ تيار نہ هو. هندوستان جا اديب واقعي هن کي ڪجهہ بہ نہ سمجهندا هئا... مدد، سچ پُڇين تہ حشو ڪيولراماڻيءَ جهڙو ذهين سنڌي مون سموري زندگيءَ ۾ نہ ڏٺو آهي."

هند جي قداور ليکڪ موهن ڪَلپنا بہ شيخ اياز جي انهيءَ جاچنا کي تسليم ڪندي مدد عليءَ کي هڪ خط ۾ حشوءَ بابت لکيو آهي:

"مدد، واقعي تون حشوءَ جو قدر ٿو ڪرين تہ اها تنهنجي چڱائي آهي. حشو هن صديءَ جو وڏو انسان آهي، اڄڪلهہ هو سيلاني زندگي پيو گُذاري. مون وٽ ايندو آهي، اڪثر ويران هنڌن تي نظر ايندو آهي. پر هيڏو ذهين ماڻهو مون سڄي هندوستان ۾ ڪونہ ڏِٺو آهي. حشوءَ سان ٻن ڪلاڪن جي ڪچهري ڪنهن لائبرريءَ ۾ سوين ڪتاب پڙهڻ جي مقابلي برابر هوندي آهي."

مدد علي سنڌيءَ لاشڪ هند ۽ سنڌ ۾ حشوءَ کي بيحد گهڻو پيار ڪندڙ هن جو مداح (فئن) آهي، جنهن حشوءَ جو پيرو وٺي سندس سنڌ ۾ پريا وارو گهر بہ، تہ پارت جي نئين دهليءَ ۾ پڳت سنگهہ مارڪيٽ واري فلئٽ جو معائنو ڪري، اُنهن جي درن، درين ديوارين کان حشوءَ متعلق پڇي دريافت ڪئي آهي ۽ اسان لاءِ هيءَ سموري جاڻ ڪٺي ڪئي آهي.

هند ۾ حشوءَ جو اچڻ وڃڻ بمبئيءَ ۾ هري موٽواڻيءَ وٽ، الهاسنگر ۾ موهن ڪلپنا وٽ ۽ آديپور (ڪڇ) ۾ هريش ۽ اندرا واسواڻيءَ وٽ رهيو هو. سنڌي ادب جي ڏاهي هريش واسواڻيءَ 'رچنا' ۾ شايع ٿيندڙ 'ڏارا' ڪالم ۾ حشو ڪيولراماڻيءَ جو قلمي خاڪو ڪينچيندي لکيو آهي:

"حشو ڪيترن ڏينهن کان ڪونہ آيو آهي. حشو جڏهن اچي وڃڻ لڳندي آهي تڏهن دل ٿيندي آهي، هو وري نہ اچي. پر جڏهن نہ ايندو آهي تہ اَرڏ چيتن ۾ سندس اچڻ جو انتظار رهندو آهي.....

حشو جيڪو هو اهو حشوءَ ڪونہ وساريو آهي، اسان کان وسري ويو آهي. حشو جيڪو آهي، اُهو حشوءَ کي ياد ڪونهي، پر اسان کي آهي....

پهرين جڏهن هت آيو نئين ڪٽ جي ڪارڊ راءِ جي پئنٽ، مئچنگ ٽي ـ شرٽ، خاص چمپل، اَچڙو، سنهڙو، ڍگهيرو حشو، ڏاڙهي ٿوري وڌيل، ہري ہري نہ وسامندڙ اکيون، نفاست ۽ نفسيات جو گڏيل اثر چِڏيندڙ چپن تي سگريٽ، شولڊر بئگ ۽ ڏاردار انگريزي. حشوءَ جو پهريون اثر چقمقي آهي. ان جي ڪيس بہ جاڻ آهي. اُن جاڻ جي ڪارگر هئڻ جي بہ ڪيس ڄاڻ آهي.

حشوءَ جون ڳالهيون ٻڌي ترت لڳندو تہ خوديءَ ئي ڪيس بيخود بڻايو آهي... حشو هر وقت پاڻ سان عقل پرستيءَ جي وڳي جو بار کڻي گهمندو آهي، پر سندس من ۾ عام اِنسان جي ننڍين ننڍين خوشين مستين ۽ بي پرواهين لاءِ لِڪل ايرڪا هوندي آهي، بلڪ هو اُنهن جو حصو بڻجڻ چاهيندو آهي. متاڃري تي اَرٽ هيڻ لڳندڙ زندگيءَ جي پنيان لڳندو آهي، وٽس ڪا اٽپوري مشن آهي جنهن کي هو ڳولهيندو ٿو وَتي. ڪڏهن شهر ۾، ڪڏهن رڻ ۾، ڪڏهن مهانگريءَ جي انسانن جي نوَن طور طريقن ۾، ڪڏهن ڪچي ڳوٺاڻن جي لوڪ ريتين ۾....

هريش واسواڻيءَ جي رفيق حيات اِندرا واسواڻيءَ جي ڪهاڻي 'پيئي اُڏامي رک' مان حشوءَ جو ڪردار ليئا پائيندو نظر اچي ٿو.

سندس دوست ڪيس چوندا ئي هئا 'انسائيڪلوپيڊيا'. هو ڇا تي نہ ڳالهائي سگهندو هو! هو ڪنهن تي بہ ڪهڙي بہ وشيہ تي ڳالهائي سگهندو هو. هِٽلر، چرچل، مارڪسواد، لينن، شيڪسپيئر جا ناٽڪ، ايم اين راءِ، ٽئگور جي ڪوتا، ڪيٽس، شئلي، شاهہ، سچل، گانڌيءَ جي فيلسوفي، هو هڪ ذهين شخص هو. وبچارڪ ۽ ودوان. پر ورهاڱي هن

جي من کي ڇيهون ڇيهون ڪري ڇڏيو. هن هڪ دفعي چيو هو ”ماءُ ڪان پار ڪڏهن ڪير زوريءَ ڏار نہ ڪري سگهندو.‘

وري ٻن ٽن مهينن کان پوءِ سندن (اندرا ۽ هريش) گهر آيو. ’نهال (هريش) تون ئي صلاح ڏي تہ مان ڪيڏانهن وڃان؟‘ هو ڪلي ٿو هِتان جا ماڻهو ٿا چون تہ تون اسانجو آهين. ولايت مان روز ٿا نياپا اچن تہ تون هيڏانهن هليو اچ. تون اسانجو آهين. پر نِهال.. پر منهنجي ماءُ... هو چپ ٿي ٿو وڃي. وري آهستي ٿو چوي. ’نياپا موڪليندي آهي تہ اَچُ.... پر مان اُتي وڃي نٿو سگهان... ها. پر ڇو نٿو وڃي سگهان؟ مون کي ڪير روڪي سگهندو؟ آهي ڪو مائيءَ جو لال. جيڪو مون کي سنڌ وڃڻ کان روڪي سگهي؟

حشوءَ جي پڇاڙيءَ واري گُم ـ شُدگيءَ بابت طرح طرح جا اَنومان لڳايا ٿا وڃن. مدد عليءَ لکيو آهي تہ حشوءَ بابت چيو وڃي ٿو تہ هو ڪيچ هليو ويو هو جو سندس خواهش هئي تہ هُو اُتان سنڌ هليو وڃي. 1988 ۾ حيدرآباد ۾ سنڌي گهر مانيءَ تي ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ هڪ ڪچهري هلندي مدد عليءَ کي ٻڌايو هو. ”حشوءَ جو آخر ۾ اهو خيال هو تہ هو سنڌ هليو ويندو. پوءِ پلي ڪيس سرحد تي گوليون هڻي ماريو وڃي.“

لڳي ٿو اُهو ساڳيو گفتو ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ اسانکي برک ڪهاڻيڪار، ناول نويس ڪرشن کٽواڻيءَ کي بہ چيو هوندو جنهن سندس صلاح مڃي هن جيان ئي ٽئگور جي شانتينڪيتن ۾ پڙهائيءَ لاءِ داخلا ورتي هئي.

ڪرشن کٽواڻيءَ پنهنجي ناول ’ترندڙ بادل‘ ۾ حشو ڪيولراماڻيءَ کي ئي نايڪ هيم جي ويس ۾ پيش ڪري هڪ طرح سان سندس جيونيءَ کي ان جو آڌار بڻايو آهي ۽ ناول جي پڇاڙيءَ ۾ هيم بہ پنهنجي ماءُ جو سڏ اونائي سندس گود ۾ آسائشي ٿيڻ لاءِ سرحد تي هلندڙ گولين جي پرواهہ نہ ڪري ڪڇ جو رڻ پار ڪري پنهنجي ملڪ سنڌ موٽي ٿو وڃي.

’ترندڙ بادل‘ ناول جي پڇاڙيءَ ۾ هيم (حشو) جي لفظ ۾ ”منهنجو من اُداس، مون کي لڳو مونکي منهنجي سنڌ سڏي رهي آهي. نه، مان سنڌ کي ساري رهيو آهيان. مان ڪيترو ٻالو پولو هوس، جيل ۾ رهندي مونکي لڳندو هو ته سنڌ کي منهنجي ضرورت آهي. پر اڄ رات شدت سان محسوس ڪيم ته سنڌ کي منهنجي نه، مون کي سنڌ جي ضرورت آهي. ان بنا مان سدا اَڌورو رهندس. بنا پاڙن واري ٻوٽي جيان ڏيري ڏيري مُرجهائيندو ويندس. جيتري سنڌ کي منهنجي ضرورت آهي، اُن کان وڌ مون کي سنڌ جي ضرورت آهي.“

**جهمون چڱاڻي:**

سرحد جي هُن پار (سنڌ) مان لکيل هڪ ڪتاب سرحد جي هِن پار رهندڙ هڪ شخص تي لکيل جنهن کي اڄ اسين هند وارا وساري وينا آهيون.

اڄ موبائيل ۾ اُن جو فيس بوڪ هڪ وردان بڻجي پيو آهي. سنڌ وارا سنڌ ۾ نئين ساهت چيچڻ جي جاڻ اڪثر پيا ڏيندا آهن ۽ مٿي ذڪر ڪيل شخصيت تي جنهن شخص هيءُ ڪتاب لکيو آهي، ٻنهين کي مون ڏنو آهي. پهرئين کي رڳو هڪ پيرو اُلهاسنگر ۾ ڏنو هئم پر ڳالهايو ڪونه هئم ۽ ٻئي جا ٿورا ته هن جنم ۾ لاهي نه سگهندس، ڇو جو 2004ع ۾ جڏهن ڀارت جي 26 اديبن/اديبائن سان سنڌ جو 15 ڏينهن سئر ڪرڻ ويس ته حيدرآباد سنڌ ۾ پنهنجيءَ ڪار ۾ مون کي منهنجو اباڻو گهر ڏيکاريائين ۽ در جي چائنٽ چمڻ ۾ مدد ڪيائين.

پهرئين جو نالو هو حشُو ڪيولراماڻي، جنهن لاءِ ڪتاب جي پبلشر موهن مدهوش لکيو آهي ته اُلهاسنگر ۾ زندگيءَ جي آخرين ڏينهن ۾ هو ڪيڏانهن غائب ٿي ويو ان جي اڄ تائين ڪابه خبر نه پئجي سگهي آهي.

هن ڪتاب تي سمالوچنا موهن گيهاڻيءَ جي مهاڳ جي ٽائيٽل "ديو قد شخصيت - حشو ڪيلوراماڻي" سان ٿو ڪريان ۽ آخرين واري پئرا ٿو پيش ڪريان ته. "مان جناب مدد عيل سنڌيءَ کي مبارڪون ٿو ڏيان ته هن حشو ڪيولراماڻيءَ جهڙي مهان شخصيت تي ڪتاب لکي، هڪ تاريخي دستاويز تيار ڪيو آهي ۽ حشو ڪيولراماڻيءَ کي گمناميءَ جي پردي پنيان داخل ٿي وڃڻ کان بچايو آهي. حشوءَ جي زندگي ايندڙ پيڙهين کي اُتساهت ڪندي رهندي اها پڪ اٿم. ڪتاب جي "پيش لفظ" ۾ سائين محمد ابراهيم جويي صاحب لکيو آهي ته ورهاڱي جهڙي الميي کي آءُ ڪڏهن به وساري نه سگهيو آهيان. ورهاڱي جي ڪري سنڌ کي وڏو نقصان پهتو. اسانجا ڪيترائي اديب، شاعر ۽ عالم هتان هليا ويا. حشو ڪيولراماڻيءَ کي به پاڪستان نهڻ کانپوءِ زبردستي سنڌ مان جلاوطن ڪيو ويو. "حشو سنڌ جو جينيس هو." اڪثر هندستان مان مون کي خط لکندو هو. آءُ ساٿي مدد عليءَ کي جسُ ڏيان ٿو جنهن سنڌ جي هڪ انقلابي پُٽ جي ڪهاڻي اسانکي تفصيل سان ٻڌائي آهي.

به اکر ۾ شوڪت حسين شورو چوي ٿو ته. "ورهاڱو مها پرلئه (وڏي ٻوڏ) هو جنهن سنڌ ۾ سڀ ڪجهه ٻوڙي لوڙهي ڇڏيو. اُن مها پرلئه ۾ اسان ڇا ڇا نه وڃايو! اسان حشوءَ جهڙو جينيس ماڻهو وڃايو جيڪو سنڌ جو ذهن هو. سنڌ جو تصور هو. جنهن هڪ اهڙيءَ نئين سنڌ اڏڻ جا سپنا ڏٺا هئا جيڪا هر ڏاڍ، جبر، تنگدلي ۽ انتهاپسنديءَ کان آجسي، خوشحال ۽ سکي ستابي سنڌ هئي. حشوءَ جي ذهانت، هن جي مطالعي جو سنڌ ۾ ڪوبه مٽُ ڪونه هو. پر تاريخ جو ڪيڏو وڏو ظلم آهي، سنڌ جي هن عظيم شخ کي وقت جي لٽ ۾ لٽي ڇڏيو ۽ اڄ جو نوجوان حشوءَ جي نالي کان اڻڄاڻ آهي.

ڪتاب جي ڪور پيج تي نه ڳالهائي ٻئڪ پيج تي رکيل مورائي جيڪو ڪجهه لکيو آهي، اُهو پيش ڪرڻ بعد مان اصلي ڳالهه تي ايندس.

رکيل مورائي چوي ٿو ته:

”سنڌ جي ذهين ۽ امير شخص حشوءَ ڪيولراماڻيءَ ورهاڱي سبب هند ۾ وڃي جيڪا تڪليف سٺي اها دستاويزي صورت ۾ سنڌ کان اوجهل آهي. ڪن ڪتابن ۽ تاثرن ۾ سندس زندگيءَ جا عڪس ئي ملن ٿا. اسان جي احترام لائق دوست مدد علي سنڌيءَ جو هيءُ ڪتاب حشوءَ بابت تفصيل سان لکيل پهريون ڪتاب ته آهي ئي پر شايد آخري ڪتاب به هُجي. چاڪاڻ ته حشوءَ کي پرکيندڙ هي آخري ليکڪ آهي. اڄ جي ليکڪ شايد سندس نالو به نه ٻڌو هجي. مدد جو هيءُ ڪتاب سنڌ کي احساس ڏياريندو ته سندس هڪ عاشق اهڙو به هئو جيڪو سندس جدائي سهي نه سگهيو ۽ هڪ رات اونداهيءَ ۾ گم ٿي ويو.“

هاڻي اچو ته حشوءَ جي فن ۽ شخصيت تي اوک ڊوک ڪريون:

حشو ڪيولراماڻيءَ جو جنم 14 ڊسمبر 1914ع تي پريا (ضلع نواب شاهه سنڌ) ۾ ٿيو. سندس پتا ٿهلرام ڪيئومل مختيارڪار هو پر حشو اڃان 9 سالن جو هو ته 8 ڊسمبر 1922ع ۾ حيدرآباد ۾ گذاري ويو.

حشوءَ پنهنجي پڙهائي اين جي وي هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾ ڪئي پر مئٽرڪ سيلان جي هاٽوڪي ڪولمبو (جنهن کي اڄ سري لنڪا ٿا چئون) مان ڪئي. اڳتي پڙهائيءَ لاءِ هو 1935ع ۾ لنڊن به ويو ڇو جو هن جي مائٽن جي مرضي هئي ته آءِ.سي.ايس ڪري ڊپٽي ڪليڪٽر ٿئي، پر حشوءَ جي دل آءِ.سي.ايس ڪرڻ جي بدران ايڪانامڪس ڪرڻ ۾ وڌيڪ هئي تنهنڪري هن لنڊن جي ڪاليج آف ڪامرس ۾ پڙهڻ لاءِ داخلا ورتي. پر آءِ.سي.ايس ڪرڻ لاءِ هن جي دل ڪونه هئي پر هن جي ڏيٺ ويٺ اندرا گانڌي جيڪا هن کان ٽي سال ننڍي هئي ۽ ڪرشنامينن جيتوڻيڪ حشوءَ کان عمر ۾ وڏو هو پر هنجي قابليت ۽ ذهانت کان گهڻو متاثر هو. 1935 ۾ جواهر لال نهرو سان به لنڊن ۾ گڏيو هو. حشوءَ سان نهروءَ جا ذاتي تعلقات ٿيا هئا پر 1947 ۾ جواهر لال نهرو ڀارت جو وزيراعظم بڻيو ۽ حشوءَ جهڙن پراڻن ساٿين کي وساري ڇڏيو. ٻئي طرف حشو ته 1939 جي ڊسمبر مهيني ۾ سنڌ موٽي آيو ۽ سنڌ ۾ شاگرد هلچل کي زور

وٺايو ۽ انگريزيءَ ۾ هڪ پوسٽر لکي برٽش سرڪار کي پوسرائي ڇڏيو. نتيجي ۾ حسو 18 مهينا ڪراچي ۽ سکر جي جيلن ۾ رهيو. 1941 ۾ آزاد ٿيو پر هڪ وار وري کيس گرفتار ڪيو ويو.

ڏسندي ڏسندي 14 آگسٽ 1947 تي پاڪستان ٺهيو ۽ حشوءَ ٻين لکين سنڌين وانگر سنڌ نہ ڇڏي ۽ پاڪستان سرڪار کيس جيل ۾ رکيو ۽ 21 ڊسمبر 1949 تي کيس هوائي جهاز رستي بمبئيءَ موڪليو. اُتان وري حشو وڃي دهليءَ رهيو ۽ 1950 ۾ انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب "ايڪسري آف پاڪستان" شايع ڪيو.

حشو سنڌيءَ جو هڪ سٺو ساهتيڪار پڻ هئو. 1958ع ۾ هن سنيڌ ڪهاڻين جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري ڪتاب ڇپايو. 1967ع ۾ اُن جو ٻيون ڇاپو پڻ شايع ڪرايو. 1967 ۾ ڀارت جي سنوڌان ۾ سنڌي شامل ڪئي وئي. پارليامينٽ جي ميمبرن کي ڪراچي حلوو سوکڙيءَ طور ڏيڻ وارو بہ حشو ڪيولراماڻي هئو. دهلي ڇڏي پوءِ حشو بمبئيءَ ۾ پنهنجي ڀيڻ جي گهر رهيو پر ڪجهہ وقت بعد الهاسنگر کي پنهنجو دائمي ديرو ٻڌايائين ۽ هتي رهندي حشو پنهنجو دماغي توازن وڃائي وينو. ڪي دل گهريا دانوير هن لاءِ مالي مدد جو هٿ ڊگهيرين ها تہ سنڌيت جو هيءُ شير ائين ڍير نہ ٿئي ها.

حشو آديپور بہ ويندو رهندو هو ۽ هريش ۽ اندرا واسواڻيءَ سان گڏجندو هو. اج اُهي ٻئي بہ ڪونهن.

حشو جولاءِ 1986 کان پوءِ اُلهاسنگر ۾ ڏسڻ ۾ ڪونہ آيو ۽ اج ڏينهن تائين بہ ڪا خبر نہ پئجي سگهي آهي.

ڪاش! حشو ڪيولراماڻيءَ جو پٽ گُل، اُلهاسنگر مان نند ڇڳاڻي، دهليءَ مان هيرو ٺڪر ۽ آديپور مان لکي ڪلاڻي ٽنل تندن کي جوڙڻ جي ڪوشش ڪن تہ حشوءَ جي شخصيت ۽ سنڌس ڪيل ڪمن تي روشني پئجي سگهي ٿي. اين.سي.پي.ايس. ايل ۽ پراديشڪ اڪادميون پڻ 14 ڊسمبر تي آيوجن ڪن. ڪونج، سپون، رچنا ۽ ٻيون مخزنون وشيشانڪ

ڪڍن. اهائي ٿيندي سچي شرڌانجلي، منهنجو ڪم واڪا ڪرڻ بدران ڪم سيني سنڌين جو ئي بس.

(تبصري نگار جو هي آخري ليک آهي، جيڪو هندواسيءَ ۾ ڇپيو ۽ پوءِ هو ترت ئي پرلوڪ پڌاري ويو.)

مانوارا ياءُ نند چگاڻي، سدا باغ بهار!

ڪونج جو حشُو ڪيولراماڻيءَ تي خاص پرچو (جولاءِ - آگسٽ 2016، سال 57، پرچو -4) شايع ڪري ڀارت ۾ رهندڙ سنڌين جو ڪنڌ مٿي ڪڻڻ جو ڪم ڪري ثواب جو ڪم ڪيو اٿو. گڏوگڏ ڪاڪي هري موٽواڻيءَ جيڪا روايت شروع ڪئي، اُن کي وڌائي ويجهائي رهيا آهيو.

مدد عليءَ جي لکيل مونوگراف کي جيڪو سنڌ جي ساٿيءَ موهن مدهوش ڇپايو، اُن کي ڀارت ۾ ڪونج جي ڪوَر پيج تي حشو ڪيولراماڻيءَ جو فوٽو ڏيئي ۽ گڏوگڏ حشوءَ جي پُٽ گل راماڻيءَ جو فوٽو ڏيئي ثابت ڪيو آهي تہ ڀارت ۾ پلي حشوءَ کي اُهو مان سنمان نہ ڏيئي سگهياسين، پر سندس پٽ کي آٽت ٽا ڏيون تہ حشوءَ کي ياد ڪندا رهنداسون.

ڪونج جي هن انڪ سان سڄي ڀارت ۾ حشوءَ کي توهان پهچائڻ جو جيڪو پوتر ڪم ڪيو آهي تنهن لاءِ توهان بيشڪ ڪيرون لهڻيون.

مونکي تہ اها بہ اميد آهي تہ ڊاڪٽر نارايڻ ڀارتيءَ، پروفيسر هيرو شيوڪاڻيءَ جا عالماڻا ليک ڪونج جي سيپٽمبر-آڪٽوبر 2016 واري انڪ ۾ حشو ڪيولراماڻيءَ تي وڌيڪ روشني وجهندا.

هڪ وار وري حشو ڪيولراماڻيءَ تي وشيشانڪ ڪيڻ لاءِ دل جي گهراين مان مُبارڪون ئي بس.

(بڙا اگڙهہ، يوپال مان بہ ماهي "ڪونج" ۾ لکيل خط، 2016-8-12)

**نند چڱاڻي:**

اُلهاسنگر ـ2 جي حد. جتي هاڻ جواهر لعل نهروءَ جو پُتلو آهي، اُن ايريا کي راشن آفيس چوندا هئا. نهروءَ جو پُتلو پوءِ لڳو. اُتان پنج رستا ڦُٽن ٿا. هڪ اوپر، سيرو چؤنڪ ـ ڪيڙي بزار ڏانهن، ٻيو اُتر ـ گول مئدان ـ ساڌو واسواڻي باغ ڏانهن، ٽيون اولهه ـ سيوا نِڪيتن ـ اَمن ٽاڪيز ڏانهن، چوٿون ڏکڻ فرنيچر بازار ـ ٽئين نمبر ڏانهن، پنجون ڏکڻ اوپر ـ سينٽرل هاسپيٽل ـ ريڊ ڪراس، ٽائون هال ڏانهن.

فرنيچر بازار ڏانهن ويندڙ رستي جي ڪُنڊ کان 'وديارٿي منار' ٻهو ماڙ بلڊنگ نهڻ شروع ٿي. ڪالم، پِلر، سليب ٿي ويو. ڪم بند ٿي ويو. پنجن ماڙن وارن کوکو 30 سالن کانپوءِ هاڻ 2015 ۾ ميونسپالٽيءَ وارن خطرناڪ بلڊنگ ڄاڻائي ڪورٽ جي آرڊر سان ڊهرائي پٽ ڪيو آهي. ان کوکي ـ وديارٿي منار جي گرائونڊ فلور تي پرچو وديارٿي اسيمبلي ميمبر جي آفيس، ٻاهر پنج ست بئنچون، بئنچن تي سدائين ڪجهه ماڻهو روح رهاڻ ڪندا نظر ايندا. اسيمبلي ميمبر وٽ اچ وڃ جاري.

هڪ ڏينهن ڊاڪٽر نارايڻ پارتيءَ سان گڏ اُتان وڃڻ ٿيو ته پارتيءَ پڇيو "نند! حشو ڪيولراماڻي ڏٺو اٿيئي؟" منهنجي ناڪار تي يڪدم چيائين، "اچ، انهن بئنچن تي هڪ درويش صفت سڄڻ وينو هو. سونهاري ۽ وار وڏا، مٿي ماءُ سان ورسايل، بدن تي وڳي جي بہ اها حالت. پيرن مان بہ مٿيءَ سان محبت ظاهر هئي. اچي اُن سامهون بيهاريائين. حشوءَ کيس (پارتي) کي سُڃاتو. خوش خيريافت. هٿ اڳيان، پارتي بہ هٿ وڌايو. ڏسي حشوءَ چيو "پارتي هاڻ هن مان ڇا ٿو ملي؟ وري ٻئي دفعي، هاڻ رک. منهنجي لاءِ پُڇيائين، "هي ڪير آهي؟" هي مون سان گڏ آهي. بس. واپس وياسين. پارتيءَ چيو تہ جي گهاتو ۽ گهرو ٿيندين تہ ائين ڏيٽو پوندءِ. مان جڻ خوش ٿيس، جو اُن وقت حشوءَ جي اڳين اؤج جي خير ڪا خبر هئي. هاڻ پڇتائيندو آهيان. پوءِ تہ لنگهندي پائيندي درويش جو درشن ٿيو

ٿيندو هو. حالتون ساڳيون. قدرت جي قانون اڳيان بيوس انسان ڇا ٿو ڪري سگهي!

ممبئيءَ ۾ شيام نواس ـ نند جويري واري سوسائٽي. اُن ڪي پنهنجو ننڍڙو باغيچو آهي. اُن ۾ حشو جا مائٽ رهندا هئا. حشو دهلي ڇڏي انهن وٽ آيو پر گهمڻ ـ رهڻ فوٽ پاٿ تي. نند جويري چوي ٿو ته، اُن وقت منهنجي حشوءَ سان ڪا واقفيت ڪونه هئي. نند جويري بلڊنگ جي ڇهين ماڙ تي، هيٺ ٽئين ماڙ تي چوهڙ جمالي وارو گلاب گدواڻي (جڳتياڻي) رهندو هو. جيڪو تازو 2016 ۾ 90 سالن جي عمر ماڻي سرڳواس ٿيو. اُن وٽ حشوءَ جون ڪوڙ ساريون يادگيروين هُيون. ٻڌائيندو هو ته حشو روئي مائٽن وٽ کائي ويهندو ۽ سمهندو هيٺ باغ ۾ هو. حالت اها ساڳئي جيڪا اڳ بيان ڪيل آهي. چوي ٿو ته، "ڪڏهن ڪڏهن مان ٻه وڻس باغ ۾ ڪلاڪ ٻه ويهندو سانس. هٿ ڪوسو ڪندوسانس، پوءِ هو يڪدم اُتان روانو ٿي ويندو هو. گدواڻي ٻه ڳالهين جو ڳوٺ هو. ڳالهين ۾ سمورو احوال وٺندو، ڏيندو ڪونه. ادب ۽ اديبن سان ڇڱي ڏيٺ ويٺ هُئس. ڄاڻو هو. اُتم سان گهاٽو/گهرو هو.

هريش واسواڻي ۽ ڪاڪا هري موٽواڻي جو پاڻ ۾ تمام سنو سنبنڌ رهيو. هريش جا سڀ ڪتاب ڪونج ڇپايا. هريش مونکي ٻه سُٺي عزت ڏيندو هو. هريش جي بيماريءَ جو ٻُڌي، موٽواڻيءَ جي ننڍ ڦِٽي پيئي. ڇيائين، هل ته گانڌيڌام مان هريش وٽان ٿي اچون. هريش جي گهر آڳنڌ ۾ ڪُرسين تي ويٺا هئاسين ته اوچتو حشوءَ اچي نڪتو. اندران يڪدم ڪُرسي آڻي پاسيرو ڪري حشوءَ کي ٿائينڪو ڪيو. کائڻ لاءِ ڪجهه پليٽون اڳيان رکيائينس. چانهه پاڻيءَ کان پوءِ ڪجهه هٿ تي رکيائينس. يڪدم حشو وڃڻ جي ڪئي. ويندي ويندي هري موٽواڻيءَ کي چوندو ويو ـ هري، تون ڪنهن جي پرواهه نه ڪر. پنهنجو ڪم ڪندو رهه. مونکي سڀ خبر پوندي آهي. هاڻ وڃان ٿو سنڌ. هتان ويجهي آهي. بارڊر تي مونکي ڪير ڪونه روڪيندو. اهڙا آرڊر ڪين آيل آهن... ۽ رمندو رهيو.

هريش واسواڻيءَ ڏکي من سان چيو تہ حشوءَ جي هيءَ حالت ڏِسي نہ سگهندو آهيان پر ڪيس چوٽ آهي تہ ڪيڏي مهل بہ اچي سگهي ٿو.....

ساڳي حالت هري دلگير جي گهر بہ ٿي. بئي ڪُٽنب حشوءَ کي تمام گهڻي عزت ڏيندا هئا.

ائين الهاسنگر ـ ممبئي ۾ گانڌيڌام وچ ۾ اچ وچ ڪندي حشو يادگيرين جي گهاٽي ڪوهڙي ۾ ڪک پن ٿي اُڏامي ويو... چاڻ نہ پيئي.

سنڌ جا عالم، اديب، ڏاها، ڏات ڏني، مفڪر، سياستدان، جي ايم سيد، سوڀو گيانچنداڻي، محمد ابراهيم جويو، شيخ اياز، شوڪت شورو، تاج جويو، مدد علي سنڌي وغيره سڀ ڪيس (حشو) پنهنجو اُستاد ۽ رهبر مڃي چُڪا آهن. ڪتاب جي پيج 38_39 تي مدد علي سنڌيءَ لکيو آهي تہ سائين جي ايم سيد، حشو ڪيولراماڻيءَ کي پنهنجو سياسي اُستاد ڪري سڏيو آهي. سائين جي ايم سيد جي لکڻ موجب "حشو ئي اُهو ماڻهو هو جنهن ڪيس قوميت جو مسئلو سمجهايو، تہ گڏيل هندستان ۾ مختلف قومون آهن ۽ سنڌ جي بہ هڪ قومي ۽ وطن واري حيثيت آهي. حشو ئي قوميت جي بنيادي متن کان مونکي واقف ڪيو. جنهن جي روشنيءَ ۾ آءُ سموري صورتحال کي نئين نقطہ نگاهہ سان ڏسڻ لڳس. اُن وقت مون کي هندو يا مسلم قوميت جي نظريي کان ٻاهر ڪابہ راهہ نٿي ڏسڻ ۾ آئي. اُن وقت حشو ڪيولراماڻيءَ جي صحبت ۽ گفتگو مون لاءِ روشنيءَ جي تِرورِي جو ڪم ڏنو ۽ حشو نہ هُجي ها تہ آئون اونداهيءَ ۾ گُم ٿي وڃان ها."

پنهنجي عمر جي هڪ صدي ـ سؤ سال پورا ڪرڻ وارا عالم، اديب، مفڪر، سموري سنڌ جا ذک سُور پنهنجا ڪري سمجهڻ وارو محمد ابراهيم جويو لکي ٿو "حشو نہ فقط اسان جو دوست هو پر اسانجي آدرش ۽ اِڻ ٿڪ جدوجهد جو حصو هو. حشو سنڌ جو جينيس هو. هن وٽ ڪمال جو مطالعو هو."

حشو پنهنجي خواهشن پوري نہ ٿيڻ ۽ تمنائن جي گلي گهُٽجڻ جي بيقراريءَ ۾ دماغي توازن وڃائي ويٺو. پنهنجي ذهن ۾ محل ۽ ماڙيون

اڏيندو ڊاهيندو رهيو. پنهنجي دنيا آباد ڪندو رهيو. جيڪا حقيقت جي بلڪل اُبتڙ هئي. اندر جي اڏمن کي بيان ڪرڻ کان وانجهيل رهيو. هن وٽ ساڃاهه جو سنڌو گم ٿي ويو. هن نئين انصاف پري دنيا اڏڻ پئي چاهي - يادون دُهرائيندو رهيو ۽ آهستي آهستي علاج ۽ صحتيابي واري حد به پار ڪري ڇڏي.

تازو غلام رباني آگرو جو ڪتاب پئي پڙهيم جنن ۾ هن حشوءَ کي عقيدتمنديءَ وچان ياد ڪندي لکيو آهي ته الائي ڇو ڪين هند جي اديبن، ساهتڪارن وغيره هن جو علاج ڪرايو. شايد هو نيڪ ٿي وڃي ها. سچ پچ پڙهي مان ته ونجي ويس. ڳالهه سچ هئڙ پر حشو دهليءَ ۾ هو. اُتي هن جي اها حالت ٿي. جنون ديوانگيءَ جي حد تائين پهچي ويئي. اُن جو اهو سبب به ٿي سگهي ٿو ته شروعاتي دور ۾ هرڪو پنهنجين مجبورين ۾ پورو هو. ورهاڱي جي وڍن کي سوئڻ ۾ پورا هئاسين. بيو حشو وسندي ڪان ويرانيءَ واري حالت ۾ به خود خُدا هو. ڪنهن کي به وٽ نه ڏيندو. مشڪل ڪنهن کي همٿ ٿيندي جو هن سان سينو ساهي. ڪهڙو به عالم، اديب تسينگ هن سامهون بحث ڪرڻ جي سگهه نه ساري سگهندو. علاج ته پري جي ڳالهه ٿي. حشو پنهنجي گهر ٻار ڏانهن بيپرواهه گهٽيون لتاڙيندو ورهاڱي جي درد جو بک ٿي ويو.

مدد عليءَ جو حشوءَ تي لکيل ڪتاب مليو. پڙهي اَڇتا عڪس اُٿلي پيا. يڪدم موهن کي فون ڪيم ته مدد علي سنڌيءَ تي شڪرگذاريءَ طور ڪونج جو خاص پرچو - اَنڪ ظاهر ڪندس... وري خيال آيو ته حشوءَ کي به هِت هاڻ ڳاڻ ڳڻيا ماڻهو سُڃاڻن. انڪري سچو ڪتاب ڪونج جي اَنڪ طور ظاهر ڪريون ٿا، جيئن هند وارن کي به ڪجهه خبر پوي ته حشو ڪهڙي شيءِ هو. پروفيسر هيرو شيوڪاڻي ۽ ڊاڪٽر نارايڻ ڀارتيءَ کي سنڌن آيل ڪتاب جي ڪاپي ڏئي ڪين عرض ڪيم ته حشو تي ڪجهه لکن. بئي جڻا ڪتاب پڙهي ڏڪارا ٿيا. ٻنهي ڀريل دل سان چيو ته حشوءَ تي هاڻ لِکي نٿا سگهون... پر ضرور لکنداسين.

شڪرگذار آهيان موهن مدهوش ۽ مدد علي سنڌيءَ جو جن خوشيءَ سان هِت وري ڇپائڻ جو عرض اگهايو. مدد علي سنڌي ـ لکندڙ ڪيرون لهٽيون. جنهن دل سان ڀرپور عقيدتمنديءَ وچان حشوءَ کي ياد ڪيو آهي. دل سان لکيل بي اثر نہ ٿيندو آهي. تز قلم هلائڻ جو ڪيس ڏانءُ آهي. ڪليل ۽ ڏکيل جذبي وچان هن حشو ڪيولراماڻيءَ کي زنده ڪيو آهي... اسين سندس شڪرگذار آهيون.

(ٻماهي "ڪونج" ۾ لکيل سمپادڪيہ، 1 ـ جون، 2016ع)

**ڊاڪٽر هوندراج بلواڻي:**

'ڪونج' جو جولاءِ ـ آگسٽ 2016 انڪ هٿ ۾ مليو تہ ٽائيٽل تي حشو ڪيولراماڻيءَ جو فوٽو ڏسي خوشي ٿي. سمجهيم تہ فوٽو آهي تہ اندر سندس باري ۾ ڪو ننڍو وڏو ليک بہ ضرور هوندو. پر هيءُ تهس جو سارو انڪ هڪ دستاويز جي روپ ۾ سندس باري ۾ هو. هونئن مان هن جو همعصر نہ آهيان ۽ نہ ئي سندس باري ۾ گهڻو ڪجهہ پڙهيو اٿم. صرف ايتري خبر اٿم تہ هن کي سنڌ لاءِ بيحد پيار هو. انڪري انڪ پڙهڻ جي انتظاري ٿي. 'ڪونج' کي مان گهڻيون گهڻيون واڌايون ٿو ڏيان جنهن سنڌ مان ڇپايل ڪتاب کي ٻئين ڇاپي جي روپ ۾ پڌرو ڪري هند وارن کي هن مهان مرد ۽ شاندار شخصيت سان روبرو ڪرائڻ جو وجهہ ميسر ڪري ڏنو آهي. جناب مدد علي سنڌي کي هن ڪتاب لکڻ لاءِ جيتريون مبارڪون ڏِجن، اوتريون گهٽ آهن. مبارڪن جو حقدار تہ ياءُ نند ڄگاڻي بہ آهي.

ڪو وقت هو مون وٽ سنڌ جا ڪافي ڪتاب پهچندا هئا. مون طرفان بہ موٽ ٿيندي هئي پر ٽپال جي ڳاتي پڳل اگهن ڪري سنڌ ۽ هند جي وچ ۾ ادبي ڏي ـ وٺ کي وڏ ۾ وڏ ڌڪ لڳو آهي. 'ڪونج' جيڪڏهن ڪوشش نہ ڪري ها تہ ههڙي سندر ڪتاب کان جيڪر محروم رهجي وڃجي ها.

حشو ڪيولراماڻيءَ جي همعصر اديبن ۽ مفڪرن جي دل ۾ حشو هميشھ ئي رهيو آهي. سندس ساٿين هن جي ساراهھ جا ڍُڪ پيرڻ ۾ بہ ڪا ڪسر نہ ڇڏي آهي. پر اُهو شخص جڏهن دماغ جو ميزان وڃائي وينو تہ سندس دوستئي ڪانئس پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. اها جيون جي هڪ ٽئجڊي آهي جو هيڏو تيز فهم ودوان، ڏاهو مفڪر ۽ ذهين انسان جنهن کي گهڻو ڪري سيني 'جينيس' چيو آهي، سي هن يج لاچاري ۽ بيوسيءَ واري جيون ۾ بہ ڪا مدد نہ ڪري سگهيا يا ڪرڻ نہ پئي چاهي. ايتري قدر جو وٽس روزگار جو وسيلو نہ رهيو. فقط بوهي مگ ۽ پڳڙا ڪائي جيون پئي گذاريائين ۽ پنهنجا قيمتي ڪتاب بہ سستي اگهہ سان وڪڻڻ لڳو. تڏهن بہ ڪنهن ڪيس مدد نہ ڪئي. وڏي ٽرئجڊي تها ها بہ ڪيس اُلهاسنگر جي ريلوي پليٽفارم تي يا ڪنهن نہ ڪنهن شمشان ۾ رات ڪٽڻي پئي پيئي. اجان بہ وڏي ٽرئجڊي اها جو سندس انتم سنسڪار ڪرڻ وارو بہ ڪوئي ڪونہ هو. انهيءَ ڪري هڪ لاوارث لاش سمجهي سندس انتم سنسڪار ڪيو ويو.

هن ڪتاب ۾ مدد علي سنڌي صاحب، حشوءَ جي جيون تي روشني وجهڻ لاءِ وسان گهٽايو ڪونهي جڏهن ڪہ هُو ساڻس ڪڏهن بہ مليو نہ هو. اُن جي دل ۾ حشوءَ لاءِ ايڏو درد! هن حشوءَ بابت وڌيڪ ۾ وڌيڪ ٻڌائڻ جي دل سان ڪوشش ڪئي آهي. هن سڀ ذريعا ڪتب آندا آهن. حشوءَ جي دوستن سان مليو آهي. ڪن سان لکپڙهہ ڪئي آهي. ڪن ڪان حالي احوالي ٿيو آهي.

ڪتاب ۾ سارونيون ئي ساروڻيون آهن. دل سوز ورڻن پڙهي ڪيتري هنڌ تہ اکيون بہ آليون ٿيون آهن. جيستائين اُهي اُگهجن نٿيون تيستائين وڌيڪ ڪجهہ پڙهي نٿو سگهجي.

ڪتاب يعني 'ڪونج' جو هيءُ انڪ ملڻ سان بروقت ئي نند چڳاڻيءَ جو سمپادڪيہ پڙهيم. انهيءَ سمپادڪيہ ئي مونکي بي آرام ڪري ڇڏيو. مون بروقت فون ڪري نند کي واڌايون ڏنيون. نند وٽ دل کي ڇُهندڙ ڀاشا آهي. ڪابہ ڳالهہ چوندو آهي تہ اثردار لفظن سان چوندو

آهي. ادا، تو سمپادڪيءَ ۾ ئي جئن لکيو آهي تہ ’سچو ڪتاب ڪونج جي انڪ طور ظاهر ڪريون ٿا جئن هند وارن کي ڪجهہ خبر پوي تہ حشو ڪهڙي شيءِ هو؟‘ ادل، سچ پچ مون کي حشوءَ جي باري ۾ ايتري ڄاڻ نہ هئي. ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو جنون ائين ديوانگيءَ جي حد تائين پهچي وڃي، ان جو مثال اسان يج سنڌي جاتيءَ جو فرد ۽ مرد حشو آهي، جنهن جي ديوانگيءَ کي مان سلام ڪريان ٿو. ڪتاب ۾ پبلشر طور موهن مدهوش جا ٻہ لفظ ۽ موهن گيهاڻيءَ جو مهاڳ. ابراهيم جويو صاحب جا پيش لفظ ۽ شوڪت شورو جا ٻہ اکر ـ حشوءَ ڏانهن سيني جي عقيدت جو اظهار ڪن ٿا. پر مدد علي سنڌيءَ جنهن اوچائيءَ تي حشوءَ کي پهچايو آهي، سا ڳالهہ هن ڪتاب جي حاصلات آهي. جيتوڻيڪ انهيءَ اوچائيءَ ۾ درد ۽ پيڙا بہ آهي. هن اَملهہ ڪتاب لاءِ ڪويتا پبليڪيشن ۽ ڪونج سان گڏ مدد علي سنڌي ۽ ساٿين کي دل جي گهراين سان مُبارڪون! ها، دکي دل سان ائين بہ چوڻو ٿو پوي تہ حشوءَ کي سندس دوستن ساٿ نہ ڏنو. ڪتاب ۾ اهڙن دوستن جو سِڌو يا اڻسڌو ذڪر بہ ٿيل آهي. اهي نالا کوٽڻ يا کولڻ کان پاڻ کي پاسيرو رکڻ ۾ ئي ڀلائي آهي.

(احمدآباد)

**موهن همٿاڻي:**

جڏهن پوءِ سهڻي صبح جو اوچتو سنڌ مان هڪ پياري دوست فون ڪري چيو ”سائين توهان مدد علي سنڌيءَ جو حشو ڪيولراماڻيءَ تي لکيل ڪتاب پڙهيو هوندو. ڪيئن لڳو؟“ مبارڪون ڏيندي چيومانس، ”پيارا هيءَ ڪتاب نہ پر سنڌ ۽ هند جو هڪ تواريخي شخص آهي، دستاويز آهي، جنهنجو هر صفحو پڙهي وري پڙهڻ تي دل پيئي ٿئي. سائين مدد علي سنڌيءَ کي مُنهنجو پاڪُر پائي واڌايون ڏجانءِ پر منهنجي هُن سان ملاقات مدد عليءَ جي هن معلوماتي پورهئي ذريعي ئي ٿي آهي. اهڙي تواريخي تخليق ۽ تحقيق لاءِ کيس پاڪُر.“

حشو ڪيولراماڻيءَ جهڙي ذهين قداور شخصيتي تي، پنهنجين يادگيرين ڪي سهيڙي، سميٽي جنهن افسانوي انداز سان دوست ـ نہ رهنما دوست اهڙي تحقيقي تخليق ڪي انجام ڏنو آهي ـ تنهن لاءِ مدد علي سنڌيءَ جي صداقت ۽ جذبي ڪي سلام آهي. اهڙي صداقت ئي تاريخي ادب ۽ اديب ڪي جاويد بڻائي ويندي آهي. هڪ تاثر طور اها ڳالهہ قابلِ آفرين آهي تہ جنهن مدد عليءَ پنهنجين يادگيرين ڪي سميٽي سهيڙي سنڌ ۽ هند جي ادبي ـ ذهين شخصيت جي تصويري تصنيف ڪي اهڙي اثردار ڍنگ سان پيش ڪيو آهي. اُن ڪي بہ حشو ڪيولراماڻيءَ سان ملقات ڪرڻ جو موقعو يا خوشنصيبي حاصل نہ ٿي، تنهن هوندي بہ ڪتاب جي هر صفحي جي ست حشو ڪيولراماڻي ممبئي ۽ دهليءَ جي گهٽين ۾ لڪندو نظر آيو.

سنڌيءَ جي پوءِ ۽ هاڻوڪي پيڙهيءَ لاءِ سنڌ ۽ هند جي اهڙي ذهين شخصيت جي باري ۾ ڄاڻ اِهو سُڪد (سڪون) احساس ڏياري ٿو تہ سنڌي ادب ۾ سنڌي ادب جا گهڻ گهُرا تڏهن بہ هُئا ۽ اڄ بہ آهن جن پنهنجي سموري زندگي سنڌي ٻولي ۽ ادب لاءِ صرف ڪري ڇڏي ۽ پوءِ ڄانوَ ٻڻجي اڄ بہ پنهنجي لکڻين ذريعي اَگر جهلي نئين پيڙهيءَ جي رهنمائي ڪري رهيا آهن. مدد علي سنڌيءَ جي ٻوليءَ، ٻوليءَ ۾ سمايل سندس صداقت ۽ جذبو حشو ڪيولراماڻيءَ ڪي سنڌي ادب ۾ هڪ دفعو وري جيئاري ڇڏيو آهي. ۽ لڳي ٿو تہ تصنيفڪار ڪي هاڻي حشو ڪيولراماڻيءَ جي لکڻين، ڇيل ڳالهين، بيانن ڪي ڳولهي هٿ ڪري هن دستاويز جو ٻيون ڀاڱو سنڌ ۽ هند جي پاٺڪن ڪي ڏيڻ گهرجي جيئن سنڌي ادب ۾ هُن جي تخليق ۽ تاريخي ڪردار جي اهميت ڪي هڪ دعوي سان انڊرلائين ڪري سگهجي.

رُڃ ۽ سُڃ مان حشو ڪيولراماڻيءَ ڪي ٻاهر ڪڍي اچڻ جو شرف بيشڪ مدد علي سنڌيءَ ڪي آهي، جيئن جناب شوڪت شوري پنهنجي شروعاتي مذاڪري ۾ چيو آهي، "اسين مدد علي سنڌيءَ جا ٿورائتا آهيون جنهن حشوءَ ڪي نئين سِر ڄاڻڻ سُڃاڻڻ واري ڳولها اسان سان

شيئر ڪئي آهي...“ سچ پچ، اهڙا تصنيفڪار گهٽ ئي هوندا آهن جيڪي گمناميءَ جي انڌيرن ۾ ڀٽڪندڙ ڪنهن سِج کي ڳولهي هٿ ڪري، هِن ذرتيءَ جي آفتابي روشني ۾ چمڪ کي اهو پيغام ڏيندا آهن:

ذرتيءَ جو آفتاب ڀلي تون هجين،
ڪائنات ۾ ٻيا آهن گهڻيئي،
روشني ڪرڻ وارا.

**شريچند دُبي ’جِگري‘:**

مانوارا سائين شري نند ڇڳاڻي صاحب، نمسڪار! اُميد تہ خوش آهيو!

سائين، ’ڪونج‘ حشو ڪيولراماڻيءَ وارو انڪ برابر مليو ۽ هڪ ئي ٻئنڪ ۾ پڙهي پورو ڪيو. پڙهندي پڙهندي سئنيما وانگر پردي تي ڪالپنڪ حشو نظر تي آيو. سمپورڻ حشوميہ تي ويس. سبب تہ مونکي بہ سنڌ سان پيار آ. سنڌ ڏسڻ جي، وڏڙن جو ڳوٺ، گهر، ڳوناڻو جيون ڏسڻ، ماڻڻ جي ڪافي اُڪير آهي. سنڌي محفلون، راڳ ٻُڌڻ لاءِ دل اُڇلون تي ماري، پر اهڙي ڪابہ تمنا پوري نہ ٿيندي. ائين لڳي ٿو ۽ اُن سبب ڪافي غمگين وقت گُذرندو آهي. حشوءَ پنهنجي شخصي جيون نہ ماڻيو سڀ ڪجهہ سنڌين ۽ سنڌ لاءِ دف ڪري ڇڏيو. اهڙي ديوانگي ڪمال آهي، آفرين! ڪاش! پنهنجي قوم ۾ بہ اهڙي ديوانگيءَ جو ٿورو اَنش (ذرو) بہ هُجي تہ جيڪر سنڌيت مالامال ٿي پوي. ساهتيڪار نوينا ٿي پوَن. لکڻو تہ گهڻو آهي، حشوءَ کي پڙهڻ ڪانپوءِ دل دماغ بوجهل ٿي پئي آهي. دل تي بارُ ٿي پيو آهي. ۽ پاڻ کي دُکي دُکي پيو سمجهان. ڪجهہ بہ وڻي نٿو. هيڏي وڏي سگهہ جو مالڪ جو آخر ۾ ڪهڙو حال ٿيو؟ ڇا سنڌي قوم جو فرض نہ هو؟ ياں آهي تہ اهڙن ماڻهن جو ڪو قدر ڪن ۽ سچ پچ مونکي پڻ هاڻ ائين محسوس ٿئي پيو تہ اسان ڪهڙي قوم لاءِ پيا ٽا ڦٽڪون!؟

جذبات وهيٽي قوم لاءِ ڇو پنهنجو پاڻ کي برباد ڪجي ۽ ڇو پنهنجو رت سُڪائجي... اسان وٽ بہ اسان پاسي هڪ حشوءَ جهڙو سنڌيت جو ديوانو هو بانٺوا شهر ۾ جتي جو سائين اِندر پوڄواڻي صاحب هڳئا. اُن جي حالت بہ ذري گهٽ حشوءَ جهڙي هئي. ٻُکون ڪيڻ، دربدر، وغيره. قوم مدد تہ نہ ڪيس پر ويتر سندس پئسا بہ کائي ويئي. ٻُڌو تہ ائين بہ هو تہ پنهنجي رهڻ واري جاءِ پنجويهہ هزارن ۾ وڪڻي سڀ پئسا سنڌيت لاءِ 'نئين دنيا' خزن لاءِ اُتم کي ڏنا ۽ اُنهن پئسن عيوض نئين دنيا جا چندا وٺي گذران ڪندو هو. هاڻ گذران ڪهڙو. گاننيا قاڦڙا کائي ڪڏهن ڪڏهن چانهہ جو ڪوپ پي ڇڏيندو هو. چندو پريندو بہ ڪيئن هو؟ نالو ۽ ائڊريس لکايو ۽ پهچ ڏئي ويندو. پئسا پوءِ آهستي ڪڏهن بہ رُپيہ، ڪڏهن 5 روپيہ وٺي پيو گاڏو ڏڪيندو هو. اُنهن مان بہ ڪيترن ماڻهن (سنڌين) هن کي چندي جا پئسا نہ ڏنا. کائي ويا. هڪ رُپيہ يا ٻہ رُپيہ وٺڻ وڃي تہ مٿان چٽرون ڪندا هئا. اهڙو چندو مون کان بہ ورتو هئائين، جو تڏهن مان ٻار هوس ۽ پتا صاحب کي هوٽل هئي، اُتي اچي بہ روپيا يا پنج رُپيہ مونکان وٺي گاننيا کائيندو هو ۽ مٿان چانهہ پيئندو هو. جو جهوناڳڙهہ صفا ويجهو هجڻ سبب جهوناڳڙهہ بہ ايندو ويندو هو. ها، اُن باشندي جو نالو هو ڪامريڊ رام لکاڻي. شادي بہ نہ ڪيائين. بس، سڄي زندگي ائين ئي گهاريائين. اُن جون سائين اندر ديو پوڄواڻيءَ جون گهٽيون ڳالهيون آهن، اُنهن جي حالت ڏسي ائين ٿو لڳي تہ اسان ڪهڙي قوم ۾ جنم ورتو؟ ڇا اسانجو بہ اهوئي حال ٿيندو؟ ڇا اسانجي قيمت يا سگهہ اها ئي آهي؟ حشو تہ وڏي سگهہ وارو هو تہ بہ اهو حال ٿيس، اسان تہ اُن اڳيان جيتامڙا آهيون... سائين پلو ڪندو سنڌين جو! ادا، هن کان وڌيڪ لکڻ شايد بيسود ٿو لڳي. باقي سنڌي ۽ سنڌيت کي بچائڻ ڏکيو ڪم ٿو لڳي. سبب تہ اسان پاڻ ئي سنڌيت کي ختم ڪرڻ تي سندرو ٻڌي بيٺا آهيون. جو نئين ٿهي تہ نڪو سنڌي پڙهي ٿي، نڪو ڳالهائي ٿي. وڏن شهرن جو تہ ماڳهين ڪم لهي ويو آهي. اجان بہ اسان پاسي، گهرن ۾ سنڌي ڳالهائي ٿي وڃي. سنڌي ڏڻ وار وغيره ملهايا ٿا وڃن. ننڍا وڏا ميلا

ملاڪڙا، مندر مڙهيون، پنڊارا وغيره وقت گذجاڻيون ٿين ٿيون ـ ۽ سنڌيت جو ماحول بڻجي ٿو. هيءُ لکڻ به ائين اسان جيڪي ٿورا گهڻا ساهتيڪار بچيا آهيون، اُهي ئي پڙهن ۽ لکن ٿا. باقي عام پانڪ تہ آهن ئي ڪونہ.

آيو لعل چئو جهولي لعل!

(جهونا ڳڙهہ، 2016_8_2)

**هرداس پوهوجا 'داس':**

مانيوَر نند ڇڳاڻي صاحب!

ڪونج جو جولاءِ – آگسٽ 2016 پرچو هڪ يادگار پرچو رهندو. حشو ڪيولراماڻيءَ جي جيون ڪٿا لکڻ ۽ ڇپڻ لاءِ اول تہ مدد علي سنڌيءَ جا ٿورا مڃجن ۽ پوءِ توهان صاحبن جا بہ وڏا وَڙ جو سڄي جو سڄو ڪتاب پنهنجي اُوچ سمپادڪيہ ليک سان ڇپيو آهي. حشُوءَ ڪيولراماڻيءَ جي زندگيءَ جا باب دل کي ڇُهندڙ بہ آهن تہ ڇُپيندڙ بہ آهن. حشوءَ جي جيوني پڙهي هڪ ڳالهہ ڏيان ۾ اچي ٿي تہ انسان کي پنهنجي ڪُٽنبي رشتي کان سواءِ پرماتما جوئي سهارو آهي. بيماري (دماغيءَ سان گڏ) ڪنهن بہ انسان کي ٿي سگهي ٿي ۽ اهڙي حالت ۾ ڪٽنب جا ڀاتي ئي مددي ٿي سگهن ٿا. دوست تہ آخر دوست ئي آهن. هٿ ۾ پنج ـ ڏهہ رُپيا ٽڪائي يا مرملا ۽ پڪوڙا کارائي ڊِڪي ڇڏيندا يا هڪ بئي کي چوندا، "گهرو پوندين تہ ڏيٺو پوندءِ." انهن کي رشتن جو ڪهڙو لحاظ جڏهن خود پنهنجي پتني هٿ تي بہ رُپيا رکي پتيءَ کي گهر مان ڪڍي ڇڏي اهڙين حالتن ۾ ڪهڙو بہ انسان دماغي بيماريءَ مان ڇُٽڻ تہ ڇٽڻ جي ماڳ. مورڳو وڌيڪ بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي لاعلاج نہ ٿي پوندو؟ خير، پنهنجو نصيب! بهرحال مدد سنڌي ۽ توهان جهڙا نيڪ صاحب هڪ لاوارثي لاش کي تاجمحلي قبر ۾ وجهي سنڌ جي اتهاس ۾ حشو ڪيولراماڻيءَ کي جوڳي جاءِ ڏني آهي ـ ڌنيواد.

(ٿاڻا، ممبئي، 2016_8_6)

**شيام سچانندا ڻي:**

خوش هوندا آدرڻيہ نند ڇڳاڻي!

ڪونج جولاءِ–آگسٽ جو ’حشو ڪيولراماڻي: نہ وسندڙ شخصيت‘ تي خاص پرچو پهتو. دل تي تري آيم تہ لوڪ سيا ۾ جنهن ڏينهن سنڌي ٻوليءَ جو بل پاس ڪرڻ لاءِ رکيو ويو هو اُن ڏينهن سنڌ جي سپوت عالم، مفڪر، درويش، سنڌيت جي شيدائي حشو ڪيولراماڻيءَ پارليامينٽ جي هر هڪ ميمبر جو منو منهن ڪرائڻ لاءِ ڪراچيءَ جي حلوي جا پئڪيٽ ڏيندي چيو هو ڪراچيءَ جو حلو مِٺو آهي. سنڌي ٻولي اُن کان بہ مِٺي آهي. اهڙي نيڪ انسان جو قدر ڀارت جي سنڌي نيتائن، اديبن ڪونہ ڪيو. هو ماتريوميءَ مان جلاوطن ٿي ڀٽڪندو رهيو. مانسڪ طور بيمار هو. هن جو علاج نہ ڪرائي، سنڌي قوم پاڻ تي ’ڪارو داغ‘ لڳايو آهي. لڇمڻ ڪومل جي لکڻ موجب حشوءَ زندگيءَ جا پويان ڏينهن اُلهاسنگر جي جهوپڙ پٽيءَ ۾ گذاريا. جتي ئي هن جي لاوارث لاش جو مساڻن ۾ آخرين اگني سنسڪار ميونسپالٽيءَ وارن ڪري ڇڏيو. اهو سچ آهي؟

(ناگپور، 2016_7_29)

**لال هرداسا ڻي:**

حشو جي اهڙي قياس جوڳي حالت.... هڪ مفڪر، عالم، اديب شخصيت جي... اسانجي سماج اُن کي درگذر ڪيو ۽ پڇاڙيءَ جو ڪاڏي ويو خبر ڪونہ آهي. اِها بي پرواهي آهي!؟ اُٽڃاٽائي معاف نہ ڪرڻ جهڙو گناه آهي.

(هانگ ڪانگ)

**پروفيسر نامديوَ تاراچنداڻي:**

ڪجهه وقت اڳ مون جناب مدد علي سنڌي صاحب جو لکيل ۽ هِت ”ڪونج“ پاران ڇپايل ڪتاب پڙهيو جنهن ۾ حشُو ڪيولراماڻيءَ جي ڏُکين ڏينهن جو بہ گهڻو احوال ڏنل آهي. ڪتاب دل کي ڇُهي ٿو وڃي، وري پڙهڻ جهڙو لکيل آهي. مون حشُو ڪيولراماڻيءَ کي ڪونہ ڏٺو هو. پر هن بابت لڇمڻ ڀاٽيا ڪومل، هريش واسواڻي، اندرا واسواڻي، لکمي کلاڻي، موهن گيهاڻيءَ سان گهڻا دفعا ڳالهيون ٻڌنديون هيون. هي ڪتاب پڙهي لڳو. اسان هند جي ليکڪ برادريءَ هن سان بهتر دوستاڻو وهنوار ڪونہ ڪيو آهي - نہ تہ هن کي جيڪر روٽي ڪارائي پنج ڏهہ روپيہ ڏيئي جند ڇڏائڻ بجاءِ، هن جي مانسڪ بيماريءَ جي علاج لاءِ ڪوشش ٿيڻ گهربي هئي. جيڪا ان وقت بہ ڪا هرويرو تمام ڏکي يا تمام مهانگي ڪانہ هوندي!

ليکڪ برادريءَ لاءِ هن قسم جي هڪ گڏيل ڪوشش جو مون کي فقط ناڪر چاولا صاحب جي ٿيل ڪوشش جو حوالو ياد اچي ٿو. اها شروعات هئي - پر ناڪافي ٿي نظر اچي! حشُوءَ لاءِ سنڌ وارن دوستن جي دلداري پريِ جفاڪشيءَ لاءِ مون کي سلام ڪرڻ جي دل ٿي رهي آهي. هن لاءِ سنڌ مان پئسا موڪلڻ جو ذڪر ۽ وري هن کي پئسا نہ ملڻ جي ”چِڪيل“ ذڪر بابت مان فقط حيرت جو اظهار ڪري سگهان ٿو. برابر هت ڪيترن اديبن ڏکئي وقت ۾ ساٿي اديبن جي چُپ چاپ مدد ڪئي آهي پر حَشُوءَ جي لاءِ اسان کي گهڻو ڪجهه ڪرڻ کپندو هو... اُسان کي هت روز لکن جا انعام ملن ٿا. جس لُٽڻ جا جلسا جام آهن. ليکڪ برادريءَ لاءِ ڏُکئي وقت ۾ مدد جو ڪو انتظام هجي ها جيڪر.....

(ودودرا _اڳوٽو بڙودا)

**ڊاڪٽر سنڌيا چندر ڪندناڻي:**

سنڌ جي زمين نہ ڏسي، حشو ڪئي فڪرات،
مفڪر گم ٿي ڏني آ، شمشان کي بہ مات.

محترم هيرو شيوڪاڻي سان ڪيترن ئي سالن کان جڏهن بہ منهنجي ملاقات ٿيندي آهي تہ اڪثر هي صاحب مون کي سنڌ هند جي اديبن بابت ٻڌائيندا رهندا آهن. جن ۾ سنڌ جا خاص اديب محترم جي ايم سيد، محترم محمد ابراهيم جويو، محترم شيخ اياز، محترم مدد علي سنڌي، محترم شوڪت حسين شورو، محترم مشتاق شورو، محترم تاج جويو ۽ موهن مدهوش صاحب ۽ هندستان جا ڪيترائي ئي اديب جن ۾ خاص تيرٿ بسنت ۽ حشو ڪيولراماڻي شامل آهن. پر منهنجي ذهن تي ڪيترن ئي سالن کان خاص حشو ڪيولراماڻي جي ايتري ڇاپ ڇڏيل هئي جو وقت بہ وقت حشوءَ جي دردناڪ شخصيت دل ۽ دماغ ۾ ڇانيل رهندي هئي ۽ تمام افسوس ٿيندو هو حشو ڪيولراماڻي جو نالو ڪڻڻ سان اسان فخر محسوس ڪريون يا ڏک.

فخر انڪري جو حشو ڪيولراماڻي جهڙي هڪ انقلابي، انمول رتن، ڳڻن جي کاڻ اسانجي سنڌي قوم ۾ جنم ورتو ۽ ڏک انڪري جو هندستان جي سنڌي قوم اهڙي شخصيت کي جيئري ئي شمشان يوميءَ ۾ رهڻ لاءِ مجبور ڪيو. اسين سنڌي ايترا ناد وڄائيندا آهيون. ورهاڱي کي اڄ 69 سال ٿي چڪا آهن پر سرڪار کان زمين وٺڻ ۾ اسمرٿ رهيا آهيون. خير زمين تہ سرڪار جي هٿ ۾ آهي برابر سرڪار کان زمين وٺڻ ڪو سولو ڪم نہ آهي. پر ڇا اسان سنڌين جي هٿ ۾ جيڪي ڪم آهن اهو ايڪتا رکي اسان 69 سالن تائين بہ ڪري سگهيان آهيون؟ اسانجي سنڌي سماج ۾ ضرورت آهي هڪ خاص ايماندار سچار ليڊر جي جيڪو ڪرسي پئسو ۽ مان مان جو محتاج نہ هجي.

جيڪو سنڌين جي هرهڪ مسئلن تي ڌيان ڏين. حشوءَ وانگر ذاتي جيڪڏهن اسانجو بہ ڪو ليڊر هجي ها تہ حشو جيئري ئي شمشان پومي ڪي ئي پنهنجي زمين سمجهي ڪونہ اپنائي ها. مدد علي سنڌي صاحب صفحي43 تي محترم جي ايم سيد کي حشو ڪيولراماڻيءَ جو لکيل خط ۾ لکيو آهي:

”جيني پيڙ سپاهيملاڻي ۽ پائي پرتاب ڪڏهن ملندا آهن. لکن جا مالڪ آهن جيڪڏهن دل جي همت رکي مدد ڪن ها تہ گهڻو ڪجهہ ڪري سگهان ها. پر موجوده سمي ۾ هرڪو پنهنجي فڪر ۾ مبتلا آهي. ”واه اسانجو سنڌي سماج“.

منهنجو اهو پنهنجو شخصي رايو آهي مان بزرگ سنڌي اديبن کي حشوءَ جي باري ۾ ڪوبہ ڏوهہ نہ ڏينديس ڇو جو ورهاڱي جو طوفان گهڻو ڪري هر سنڌي مٿان منڊرايو وري بہ شاباس آهي اسانجي بزرگ اديبن کي جن ورهاڱي جا درد سيني ۾ سانديندي, عيال کي پاليندي, پيٽ کي پٽيون ٻڌندي, پردي پٺيان آنسون وهائيندي ۽ پردي اڳيان کلندي, همٿ ۽ حوصلو بلند ڪندي, ساهت سرجڻ ڪندي سنڌي سماج جو ڳاٽ اوچو رکندي, اڄ جي پيڙهي لاءِ ساهت ذريعي گهڻو ڪجهہ ڪيو آهي جنهن جا ڦل نوجوان پيڙهي ويني کائي ٿي ۽ کائيندي رهندي پر هنن جي هٿن مان انمول رتن حشو ڪيولراماڻي ندڪري ويو. ڇو جو اُن وقت اديب پاڻ ئي پوري پڳت وارا هئا. سنڌي سماج جا سفيد پوش سماج سيوڪن ناميارين شخصيتن بہ حشوءَ لاءِ ڪجهہ نہ ڪيو. اهڙا سنڌي سماج ۾ ڪيترائي مسئلا آهن پر خير منهنجو هتي اهو موضوع نہ آهي. هن موضوع تي لکبو تہ وڏو گرنٿ ٿي ويندو. پر بس ان مها سنگهرش ۾ سنڌ جو انقلابي پٽ, حشو ڪيولراماڻي غائب ٿيندي, سيني هندستان جي سنڌين کي لچارائيندي, شمشان کي بہ مات ڏئي ويو.

ڪتاب جو پيش لفظ سنڌ جو محترم محمد ابراهيم جويو جو لکيل اهي جنهن سنڌ ۾ رهندي سو سال جو سفر تہ ڪندي, هڪ صدي

پوري ڪري چڪا آهن. هن عمر ۾ بہ هنن جو لکيل پيش لفظ جي هڪ هڪ اکر ۾ حشو ڪيولراماڻي لاءِ پيار حب سڪ محبت ڇلڪي ٿي.

محترم محمد ابراهيم جويو جي راءِ سان مان پڻ سهمت آهيان تہ مدد علي سنڌي صاحب هي ڪتاب لکي واقعي کوڙ کوڙ جس جا ڀاڳيدار آهن. حشو جيڪو سڄي زندگي قربانيون ۽ قربانيون ڏيندو رهيو. هن جون قرباني نہ فقط شخصي زندگي ۾ رهيون پر سنڌيت سنڌي ٻولي سماج لاءِ ٻي مثال رهيون تنهن جي شخصيت کي مدد علي صاحب پنهنجي لاثاني هنر سان ويهي چٽيو آهي.

هندستان جي محترم اديب موهن گيهاڻي صاحب جو مهاڳ "ديو قد شخصيت حشو ڪيولراماڻي" مهاڳ جو عنوان ئي پنهنجو پاڻ ۾ ئي ساراهہ جون سرڪيون پري ٿو. مهاڳ مهاڀارت جي ايڪ الوي جي ڪردار سان سهڻي ۽ نهڪندڙ مثال سان شروع ڪندي، حشو ڪيولراماڻي جي ياداشتن کي تازو ڪندي، ورهاڱي کان پوءِ ڪيولراماڻي صاحب جي ڪتابن ڪالمن تي روشني وجهندي، ڪيولراماڻي صاحب سان وسطيدار "آکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا" جي ڪجهہ جهلڪيون پسائيندي، سنڌي ٻولي کي ڀارت جي ائين شيڊول ۾ داخلا ڪرائڻ لاءِ حشو جي ٿيل جدوجهد جا عڪس چٽيندي، تہ حشوءَ جي ڪجهہ شخصي زندگي جو احوال ڏيندي، حشو ڪيولراماڻي صاحب کي گرو ڪري سڏيو آهي.

موهن گيهاڻي هي اهڙو عمدو مهاڳ لکي جڻ هندستان جي اديبن جو ٿورو ڪي گهڻو بوجو جهڪو ضرور ڪيو آهي.

محترم شوڪت حسين شورو جي ٻن اکرن ۾ ورهاڱي جهڙي مها پرلئي جي پيڙا جو احساس ڪرائيندي، لفظ لفظ ۾ درد سمائيندي، حشوءَ لاءِ انتهائي پيار، محبت، سڪ اوتيندي، حشو جي ڏکن دردن کي ظاهر ڪندي لکن ٿا:

"جن بہ خوش نصيب ماڻهن حشو کان سکيو ۽ پرايو ۽ پوءِ تاريخ جا وڏا نالا بڻجي ويا. اُنهن بہ حشو سان انصاف نہ ڪيو".

هنن ۾ اکرن ۾ شوڪت صاحب ڪيترو نہ گهرائي سان اڻ سڌي نموني جيون جي فلاسافي سمجهائيندي، مطلبي سماج ۾ سنڌين جي انڪيتا جو احساس ڪرائيندي، حشو جي مول دکن جي ڪارڻ جو الڳ ادا سان ڏيان ڇڪايو آهي ۽ اهو بہ احساس ڪرايو آهي تہ انسان ڪيترو خودغرض آهي جو حشو ڪيولراماڻي جهڙي شخصيت کي وساريندي سندس نالي کي لاپتا ڪيو ويو تہ گڏوگڏ شوڪت حسين شورو کي مدد علي سنڌ لاءِ ڪيتري محبت سڪ آهي تنهن جون لاثاني جهلڪيون بہ پسڻ لاء ملن ٿيون.

رکيل مورائي صاحب ڪتاب تي بہ اکر لکي سونهن وڌائي آهي. سنڌي ساهت جي نظم شاخ ۾ ڪوي ڪشنچند بيوس شاعري کي نئون موڙ ڏنو جنهن ڪري کيس ڪوتا جي باني سان سڏيو وڃي ٿو. مدد علي سنڌي پوري سنڌ هند جي قوم پاران پهرين شرڌانجلي جا گل چاڙهيندي سيني اديبن ساهتڪارن کي ماضي ورق مان حال ۾ گهليندي در تي دستڪ ڏيندي ليڪڪن لاءِ جڙ حشو جي ياد نئين سر تازي ڪرائيندي، سيني ساهتڪارن کي للڪاريندي، حشو ڪيولراماڻي کي شرڌانجلي ڏيڻ لاءِ هن ڪتاب ذريعي پڪار ڏني آهي ۽ مونکي پڪ آهي مدد علي سنڌيءَ جي اها پڪار پڙاڏو ٿي هر سنڌيءَ جي ڪنن ۾ گونجندي.

ڪتاب جو ڪوَر پنهنجو پاڻ ۾ ايڪتا جو بي مثال پرتيڪ آهي اسانجي هندستان جي اديبن مان سڀ کان اول هيرو شيوڪاڻي صاحب جو هن ڳالهہ تي ڌيان ڇڪجو جنهن اڳيون ڪور پيپج ڏسڻ سان چيو "ڪوَر پيپج تي مسجد ۾ ڏيئو رکيل آهي".

شيوڪاڻي صاحب جي چوڻ کانپوءِ ئي منهنجو بہ هن ڳالهہ تي ڌيان ڇڪجي ويو.

ڪتاب جي ليکڪ محترم مدد علي سنڌي لاءِ ڪجهہ لکان ان کان اول مان پنهنجو فرض ادا ڪندي شيوڪاڻي صاحب جو هن ڪتاب بابت رايو درج ڪريان ٿي.

هيرو شيوڪاڻي صاحب جنهن لاءِ هندستان ۾ مشهور آهي شيوڪاڻي صاحب بي ڊپو بي باڪ، ايماندار ۽ نيڪ نقاد آهي. هن صاحب جا جڏهن بہ تنقيدي مقالا ۽ تنقيدي ڪتاب شايع ٿيندا تہ ليڪن ۾ ٽرٽلو مچائي ڇڏيندا آهن اهو مان نہ ٿي چوان پر ڪيترن ليڪن وٽان مون ٻڌو آهي ۽ مان پڻ هنن جي رائي سان سهمت آهيان. شيوڪاڻي صاحب ڪتاب پڙهڻ ڪان پوءِ مون کي فون ڪئي ۽ چيائين، ”آفرين آهي مدد علي صاحب کي جنهن جي ڪتاب مون کي سچ پچ تمام پريشان ڪيو. ڪتاب پڙهڻ ڪانپوءِ منهنجي اصل ننڊ ڦٽي آهي. مدد علي صاحب هي حشو ڪيولراماڻيءَ جي ڪتاب تي جنهن هنر سان قلم هلائيندي، تاريخ جو گم ٿيل ناياب باب جو ناياب ڪتاب جيڪو اسان هندستان جي لڳ ڀڳ سيني ساهتڪارن ڪان وسري ويو تنهن کي پنهنجي قلم جي طاقت سان اسان جي اکين ۾ آب آڻي ڇڏيا، جو اسان کي پڇتاءُ جو بہ احساس ٿيو آهي. تہ حشوءَ جهڙي جينيس ماڻهون کي اسان سنيالڻ ۾ اسمرٿ رهياسين. شاباس آهي مدد علي صاحب کي جنهن هي ڪوجناتمڪ ڪم ڪندي سنڌي ساهت کي انمول سوکڙي ڏني آهي“.... ۽ .. بس. فون تي شيوڪاڻي صاحب جو آواز ڳوڙهو ٿي ويو.

مدد علي سنڌي صاحب اتهاس جو اهو ورق اُٿلايو آهي جنهن ورق تي خاص هندستان جي اديبن جو ڌيان وڃڻ کپندو هو شايد انڪري بہ ڌيان نہ ڏنو ويو يا ڇئجي اُهو ورق جيڪو ڏنڌلو ڏنڌلو ڊيبل هو ۽ دز ۾ ايترو لٽ پٽ هو جو ڪنهن بہ پنهنجي قلم سان ان کي صاف ڪرڻ جي ضرورت محسوس نہ ڪئي يا جنهن شوڪت صاحب لکيو آهي جيڪو مان مٿي ڪوٽ ڪري چڪي آهي شوڪت صاحب جي اُنهن جملن سان سندن بہ جملا هت ٻيا بہ ڪوٽ ڪريان ٿي:

”جن بہ خوش نصيب ماڻهن کي حشو جي صحبت ۾ گهڙين گهارڻ جو موقعو مليو، جن حشو کان سکيو ۽ پرايو ۽ پوءِ پاڻ تاريخ جا وڏا نالا بڻجي ويا، انهن بہ حشو سان انصاف نہ ڪيو. شايد انڪري جو ”حشو ٻڙ

جو گهاٽو وڻ هوءِ هنن کي لڳو ٻڙ جي گهاٽي ڇانوَ ۾ سندن شخصيت وڏي وڻ تي ڪانءُ سگهندي“

محترم شوڪت حسين شورو جي راءِ سان مان پڻ سهمت آهيان اهڙي گهاٽي وڻ جي هڪ هڪ تاريءَ جا دردناڪ آواز، دکن جون آنهون، ڇيخون ۽ دز ۾ لٽ پٽ ناياب ورق جي دز کي شفاف آرسي جيان صاف ڪندي مدد علي صاحب پنهنجي فن سان قلم هلائيندي، کوجنا ڪندي، حشو صاحب جي هڪ هڪ خط تي تحقيقي نظر ڦيرائيندي، تہ حشو صاحب جي ڪهاڻي ”پدما“ جي ڪردار پدما معصومڙي نياڻي ذريعي حشوءَ جون انقلابي آنهن ۽ دانهن جا پڙاڏا مدد صاحب ٻڌندي، انهن پڙاڏن جون پڪاريون هن ڪتاب ۾ اوتيندي تہ گڏوگڏ حشو جي جايون جڳهين کي تلاشيندي، سنڌو جي ڪناري جي واديون کان حشو جي باري ۾ پڇائون ڪندي، انڪانيو ڪم ڪندي، يادن کي چٽو ڪندي، عام سامهون اٽيندي جڻ سنڌ هند جي اديبن کي نئين سر حشو کي ياد ڪرڻ، سوچڻ ۽ پڇتائڻ لاءِ مجبور ڪيو آهي. هي ڪتاب سنڌي ساهت ۾ اهو انمول خزانو آهي هن ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ گهٽ ۾ گهٽ ايترو تہ ضرور سنڌي قوم ۾ فرق آيو آهي ۽ ايندو. خدا ڪري جيڪڏهن وري ڪو حشو جنم وٺندو تہ ضرور سنڌي قوم اُن جي پوري پوري حفاظت ڪندي جنهن جو ثبوت اهو آهي جو مدد علي حشو ڪيولراماڻيءَ تي هن کوجناتمڪ ڪارب ذريعي شرڌانجلي ڏيڻ جو سلسلو شروع ڪيو سو سلسلو هاڻي ئي جاري تي ويو هن ڪتاب جون مان پانيان تي هزار ڪاپيون جلد وڪامجي ويون تہ وري سنڌ ۾ ئي حشوءَ جي انگريزيءَ ڪتاب Pakistan X-Ray جو ترجمو ۽ ٻيا مضمون ملائي روشني اداري طرفان پبلش ٿيو تہ سنڌونگر جتي حشوءَ کي انتهائي دکن سان منهن ڏيندي، شمشان يومي ۾ رهندي، لاپتا ٿيو اُن سنڌونگر مان حشوءَ کي سچي شرڌانجلي ڏيندي ڪونج جي اداري مان نند ڇڳاڻي صاحب ڪجهہ ڏينهن اول ئي ساڳي ڪتاب جو ڇاپو ٻہ شايع ڪيو.

آخر ۾ مدد علي سنڌي کي مان سنڌ هند جي نوجوان پيڙهي طرفان اُٿي بيهي ڪري ڪوڙ ڪوڙ سارا سلام ڪريان ٿي مان مدد علي سنڌي جي شڪرگذاري نہ ٿي ميجان هڪ ت مان سنڌ هند جي اديبن کي پنهنجو پيڪو مائٽ مڃيندي اهيان ۽ مائٽن ۾ اهي فارملٽي پريا لفظ پنهنجائپ کان دور ڪري ڇڏيندا آهن.

ٻيو تہ سنڌ هند جي خاص نوجوان پيڙهي جيڪڏهن اسان مدد علي سنڌي جي شڪرگذاري مڃينداسين تہ متان شڪرگذاري مڃڻ سان محترم مدد علي جا اسانجي پيڙهي مٿان ڪيل احسان ٿورا ڪي گهٽا ڏبجي وڃن. ان ڪري سندن شڪرگذاري نہ ٿا مڃون تہ جيئن شل اسين نئين ٿهيءَ جا اديب سدائين مدد علي جي احسانن هيٺ دٻيل رهون.

اخر ۾ مان محترم مدد علي طرفان شروع ڪيل حشو ڪيولراماڻيءَ کي شرڌانجلي جي رسم ادا ڪرڻ جو سلسلو جاري رکندي پنهنجي لکيل نظم "سنڌ جو انقلابي پُٽ حشو ڪيولراماڻي" کي شرڌانجلي طور ڏيندي، هن کي ارپڻ ڪريان ٿي:

### سنڌ جو انقلابي پٽ حشو ڪيولراماڻي

ورق تواريخي،
دٻيل،
موهن جي دڙي جيان.
ڪهاڻي نويس , ڪالم نگار،
ڪرانتڪاري جذبو پريل،
ساگر جيان.
سنڌي ٻولي جو ماهر،
انگريزي لغت جيان.
سيد، جويو سوڀو
۽ اياز جو رهبر رهيو.

آدرش گرو جيان.
سنڌو ڪناري،
وحدت الوجود جا نظارا،
۽ سنڌ جو حسين منظر ڇڏي،
جلاوطن ٿيو
باغيءِ جيان.
دل جو شهنشاهه،
اپنايو جيئري ئي شمشان،
آشياني جيان
سنڌ جي زمين نہ ڏسي،
حشو ڪي ٿي فڪرات،
غائب ٿي،
شمشان ڪي ڏني مات،
ماضيءِ جيان
انتم گهڙيءَ تائين
ساهہ سانديل سنڌ سان،
سنڌوءَ جيان.
گم ٿيل ورق، دز ۾ لٽ پٽ،
ڏنڌلا ڏنڌلا عڪس، ڪيا چٽا،
”مدد علي سنڌي“
شفاف آرسي جيان.
ڇا حشو وري جنم وٺندو
سنڌي قوم ۾؟
پڇي ٿو
ڪيولراماڻي حشو
اشڪ وهائي،
ڇا ڪا زمين،

جوڙي سنڌين هند ۾
سنڌ جيان؟
"سنڌيا" التجا ڪري
خدا کي،
الله سائين،
شل ڪنهن انقلابي پٽ جو
حال نہ ٿئي،
"حشو" جيان.

(ممبئي)

**قاضي خادم:**

دنيا ۾ ڪئين انقلاب آيا، جن مان هر ڪنهن جي پنهنجي خوشبوءِ هئي پر ويهين صديءَ ۾ آيل روسي ڪميونسٽ انقلاب دني اکي چرڪائي ڇڏيو تہ ڪنهن گهري ننڊ مان اٿاري وڌو. جن ماڻهن هن انقلاب جي پيغام تي پنهنجو سيڪجهہ داءُ تي لڳائي ڇڏيو، تن مان حشو ڪيولراماڻي سرفهرست هو. هن انقلاب کي هر اينگل کان قبول ڪيو ۽ ان تي عمل پيرا ٿيو علم بہ پرايائين، ادب سان بہ واسطو رکيائين ۽ هڪ جديد انسان جي روپ ۾ انقلاب جي روح تائين پهچي ويو.
سنڌي ادب ۾ ڪامريڊ پوهو، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ حشو ڪيولراماڻيءَ جي نالن کانسواءِ ڪميونسٽ تحريڪ جو بيان اڌورو رهندو.

**تاج جويو:**

حشُو ڪيولراماڻي سنڌ جو اُهو ڏاهو مفڪر ۽ محبِ وطن سياستدان هو جنهن کي سائين جي ايم سيد پنهنجو سياسي استاد

سمجهندو هو. سوڀو ڪيرت، گوبند مالهي ۽ ڪرشن کٽواڻي کيس
گُرو سمجهندا هئا ته شيخ اياز کيس اُهو ڪاپڙي سمجهندو هو جنهن
جي آڏو هو جيون جو ليکو چوکو رکي سگهيو ٿي. اُن شخص کي هند ۽
سنڌ وساري ڇڏيو هو پر اسان جي ساڃاهه وند دوست مدد علي سنڌي،
حشوءَ جي حياتي، فلسفي ۽ فڪر کي سمجهي سندس جلاوطنيءَ جي
ڪرب ۽ وطن کان دُوريءَ سبب پيدا ٿيل ذهني انتشار کي سمجهندي
نه صرف شاندار ڪتاب لکي سنڌ ۽ هند جو قرض لاهي، پنهنجو فرض
نڀايو آهي. مدد جهڙيءَ ريت حشُوءَ کي ياد ڪيو آهي، هُو جيڪڏهن
زندگيءَ ۾ ٻيو ڪجهه به نه لکي ها، ته هيءَ ڪتاب کيس امر ليکڪ
بنائڻ لاءِ ڪافي آهي.

**نصير مرزا:**

منهنجي لاءِ سنڌ جي سِر تي تاج سمانُ، ته سائين جي ايم سيد
جي شخصيت آهي. جنهن ناقدريءَ جي باوجود سنڌي قوم کي ’معشوق
قوم‘ سڏيو. سائين جي ايم سيد کان پوءِ، جن ٻن هستين جو تاريخ ۾ مون
تذڪرو پڙهيو ته انهن ٻنهي مدبرن سان، مون کي بي پناهه پيار ٿي ويو.
جي ها! هڪڙو ته انهن مان هئو شري حشُو ڪيولراماڻي! پرياد ـ دهلي ۾
جنهن ٻئي يگاني ڪارڪن جو آئون قائل ٿيس اهو هو سائين ابنِ حيات
پنهور... خبر پيم، هنن ٻنهي جڻن، سماجي رتبي آهر، پنهنجن پنهنجن
حياتين جا تيل ٻاري، قوم جون ڏياتيون روشن ڪيون، پر موت ۾ هن قوم
ئي ڇا، سندن هڪ جيڏن، همعصرن ۽ همسفرن به بي درديءَ ۽ بي قدريءَ
سان، سندن حياتين جا چراغ ئي گُل ڪري ڇڏيا. (۽ هاڻي... اي سنڌي
قوم، انهن ٻنهي لاءِ رويو ويٺي رو) حشو سائين ته سنڌ جي ذهين
سياستڪارن ۽ مفڪرن منجهان هڪ تي اُڀريو هو ۽ قوهه جوين ۾ ئي
پنهنجي ذهانت جا هن اهڙا اهڙا ته جولان پٽي ڏيکاريا ۽ اهڙيون حيرتون

پئي پڪيڙيون جو سڀ کان اول تہ خود سن جو سائين ئي ان جو قدر دان بڻجي پيو. هوڏانهن شيخ اياز صاحب بہ لکيو. تہ حشوءَ جَي مون سان. نہ ملي ها تہ آئون بہ آئون نہ. ٻيو ئي ڪجھ هجان ها ۽ گڏوگڏ ائين بہ لکيو. تہ حياتيءَ جو ليکو چوکو مون کان بس، تي ئي ماڻهو دريافت ڪرڻ جا مجاز آهن... هڪڙو حشو ٻيو سوڀو ۽ ٽيون جويو! 47ع ۾ کهاڙيءَ جي هڪ ئي ڏڪ سان هاٿي نندي کنڌ ڪي بہ اڌ ڪري پاڪ پارت بنايو ويو. تہ حشوءَ جو فليٽ اياز صاحب جي حصي ۾ آيو ۽ جلاوطن ٿي، پارت وڃڻ کان اڳ، پنهنجي فليٽ ۾ اندر وڃڻ ۽ ان کي آخري پيرو ڏسڻ ٿي چاهيو.... تڏهن ساڻس اياز ـ فيمليءَ ڪهڙو سلوڪ ڪيو...؟ ۽ اهو سارو احوال مدد علي سنڌي صاحب جي هن پستڪ اندر لهي، اوهين پاڻ ئي پڙهي سگهو ٿا. علاوہ ازين جيئن مدد صاحب جي ڪتاب ۾ پڙهيم. باوجود ذهانت ۽ انگريزي تي مهارت جي، ۽ سندس قابليت جي قائل هجڻ جي، هندواسي اديبن. شاعرن ۽ دانشورن وري، حشو بابا سان. ڪهڙو سلوڪ ۽ انصاف ڪيو؟ اڙي بابا. وڏن وڏن مهان ليکڪن هن جي ديهانت بعد پنهنجن آتم ڪٿائن ۾ اعتراف بہ ڪيو آهي، تہ اُهي ساڻس انصاف نہ ڪري سگهيا. ۽ حشو جڏهن اپالن ۽ هيٺن حالن ۾ وٽن ڪچهريءَ يا ونڌر ورونهن لاءِ ويندو هو. تہ هُو پنهنجي گهرن جا دروازا بيزاري مان بند ڪري ڇڏيندا هئا. ۽ شراب لڪائي، ۽ ستِ رڇيون مانيون موقوف ڪري ڇڏيندا هئا. اڙي بابا. ٿورو ڪو انهن ظالمن کان وڃي پڇي تہ آخر حشو سندس گهڻو شراب پي وڃي ها؟ ۽ ڪيتري ماني کائي وڃي ها؟ اڙي بابا اهي ئي ڪي بہ چار پيگ ۽ ڪي بہ ٽي ڦلڪا ۽ بس!... تنهن اهو سڀ ڪجھ پڙهي سوچيم. ڇا اها دربدري ۽ بي قدري، حشوءَ بابا جي نصيب ۾ لکيل هئي؟ ۽ جيڪا هن کي هر حالت ۾ ڏسڻي پيئي ۽ ڇو؟ ۽ اهو هتي ڪيئن ڇئجي! بهرحال جس هجي مدد علي سنڌي ياءَ کي، جنهن حشوءَ جي سئن خراب ڏينهن جا ذرا پرزا ميڙي هي پستڪ تيار ڪيو ۽ موهن مدهوش کي آفرين (آفرين آفرين) جنهن ان کي ڇپائي هڪڙي ڪاپي،

مون ناچيز کي جنهن شام گفٽ ڪئي، تڏهن رات جي مانيءَ بعد مون بہ ان کي پڙهڻ جو شروع ڪيو تہ باک ڦٽي تائين هن دل گداز واقعي کي هڪ ئي سٽنگ ۾ پڙهندي پڙهندي ڪيترا ڪيترا ڀيرا تہ اکيون آليون ٿينديون رهيم، جي هٿ جي پُنيءَ سان اگهندو... ڪڙهندو ۽ جن جن بہ حشو بابا کي تڦ تائيم پئي ڏنو تصور ئي تصور ۾ انهن مان هڪ هڪ کي سوريءَ جي سزا آئون ڏيندو رهيس، پر هي تہ سندس ظالم يارن دوستن جي زيادتين جو مون ذڪر ڪيو. حشوءَ سان تہ خود سندس پريوار ۽ نورچشم بہ ڪهڙو سلوڪ روا رکيا... اجهو روئڻو تہ مون کي ان ڳالهہ تي بہ پيو. ڇا ڀٽائي صاحب پنهنجو هي عظيم بيت، 'مارئي' سان گڏ اسان جي حشو ڪيولراماڻي صاحب لاءِ بہ، اڳواٽ ئي لکي ڇڏيو هو:

سرجيس تان سُور، سامائي تان سُکَ ويا،
اهي ڀيئي پُور، مون نماڻيءَ نصيب ٿيا.

تڏهن صبح نمودار ٿيڻ تائين، مدد علي سنڌيءَ جو هي 'حشو ـ دردنامو' پڙهندي، سارو وقت ڪيڏو نہ ڀاري گذري رهيو هو مون تي، تڏهن سندس پرمتڙين دوستن ۽ پريوار جي فردن کي ياد ڪندي، ڪنهن اردو شاعر جو هي شعر بہ حشو بابا جي حسبِ حال مون کي ياد پيو:

دل کے پھپھولے جل اٹھے سینے کے داغ سے،
اس گھر کو آگ لگ گئی گھر کے، چراغ سے۔

تہ بس هتي سائين جي ايم سيد جا هي لفظ بہ ياد اچي ويا اٿم: "حشو قلم جو بادشاهہ ۽ دل جو درياهہ هئو"، ۽ اجهو سائينءَ جي احساسن تي منهنجي قلم جو رد عمل وري هي آهي تہ، "اڪيلائي، غربت، بي گهريءَ، يارن جي "سوڙهہ ـ دليءَ" باوجود، حشو بابا... چشتيہ سلسلي جي صوفي بزرگن جي پيرويءَ ۾، شمشان گهاٽ تي شعلن ۾ نذرآتش ٿيڻ بدران آخر آخر ۾ پنهنجي لاءِ قبر ۽ مزار جي بہ تہ خواهش جو اُتپن ڪيو هو. بقول سائين جي ايم سيد... "حشوءَ علامہ آءِ آءِ قاضي صاحب کي خط

۾ ڪنهن وقت وصيت طور لکيو هئو... ”مرڻ بعد منهنجي مزار جو ڪتبو هي ٿي سگهي ٿو....‘

”هتي اهو ماڻهو رکيل آهي، جن ڪيس گهڻو پيار ڪيو ٿي، انهن کان پڇي ويو ان ڳالهه جي ڳولا لاءِ، جنهن جو ڪيس پاڻ به پتو نه هو.“

بي قدر زماني ۽ ظالم دوستن کان، مُنهن موڙي، هڪ ڏينهن واقعي حشو بابا لاپته ٿي ويو... ۽ اڄ دُور ڪٿي پري ويٺي، اسان سڀني کي، چوندو ٿو رهي ته:

ڈھونڈو گے اگر ملکوں ملکوں،
ملنے کے نہیں نایاب ہیں ہم،

تعبیر ہے جس کی حسرت و غم،
اے ہم نفسو وہ خواب ہیں ہم۔

**جامي چانڊيو:**

حشُو ڪيولراماڻيءَ بابت مدد علي سنڌيءَ جو ڪتاب پڙهي ڳوڙها روڪي نه سگهيس. ڪيڏو نه وڏو ماڻهو هو. هر پيري حشوءَ جي ڳالهه پڙهي دل پرجي ايندي آهي.

**آڪاش انصاري:**

سنڌ جي تاريخ ۾ جيڪي چند آڱرين تي ڳڻڻ جيترا وڏا ماڻهو پيدا ٿيا آهن، انهن ۾ حشو ڪيولراماڻي هڪڙو تمام وڏو نالو آهي. حشو ڪيولراماڻيءَ جو علم، هن جي ڏاهپ، هن جو سنڌ سان عشق، انسان ذات سان هن جو پيار آهي. اسان جي سچي 19هين صديءَ جا جيڪي به سرموڙ انسان آهن، انهن ۾ جيڪي به ڳالهيون هجڻ کپن، پر انهن ۾ حشو

ڪيولراماڻي ان جو سرموڙ آهي. اڄ جڏهن اسان سائين جي ايم سيد ۽ شيخ اياز کي پڙهون ٿا تہ اُهي پنهنجين لکڻين ۾ لکن ٿا تہ، ”حشو ڪيولراماڻي اسان جو استاد هو.“ ان مان ئي اسان کي اندازو هئڻ کپي تہ اهو ڪهڙي وڏي ليول جو ماڻهو هو!

سڄي سنڌ جي تاريخ ۾ جيڪي حادثا ٿيا آهن، انهن ۾ وڏو حادثو موهن جو دڙو ۽ ان جي تباهي هئي ۽ ٻئي پاسي نئدي ڪنڌ جو ورهاڱو هو. حشو ڪيولراماڻي جنهن سڄي ڄمار ڪابي ڏر جي سياست ڪئي، جيلن ۾ رهيو ۽ هُن کي جڏهن پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ مجبور ڪيو ويو تہ هُو سنڌ ڇڏي وڃي. تہ هُن انڪار ڪيو جنهن ڪري وري هُن کي جيل ۾ وڌو ويو. نيٺ هُن اهو فيصلو ڪيو تہ هتي هاڻ منهنجو رهڻ ممڪن ناهي تہ پوءِ جيڪا سنڌ جي جدائي هن کي جيڪو جهوريو، توڙيو پوريو هن جي جيڪا ذهني حالت ٿي، پنهنجي وطن جي جدائيءَ جو عشق، جيڪو وطن جو عشق هو اهو مارئي وارو عشق هو، مليرِ سان هن جو عشق هو. حشو ڪيولراماڻي آخر تائين فنا ٿي پنهنجا ذهني توازن وڃايا آهن. اُهي وڃائي، اُن ۾ ڪپي، گم ٿي ويا آهن. اڄ جڏهن آئون هي بايوگرافي پڙهان ٿو تڏهن اسان کي خبر پوي ٿي تہ هُو سنڌ جو ڪيڏو وڏو ماڻهو هو جنهن کي سڄي دنيا جا وڏا ماڻهو سڃاڻندا هئا. جڏهن مون اهو سائين مدد علي سنڌيءَ جو ڪتاب پڙهيو تہ سڄي پڄي ڳالهہ تہ آئون روئي پيو هئس ۽ مون کان ڪتاب پڙهيو نہ پيو ٿئي. آئون هڪ هڪ لفظ تي روئي پئي ويس ۽ سڄي رات اکين مان نير ڳاڙيندو رهيس. آئون سائين مدد علي سنڌي ۽ موهن مدهوش جو ٿورائتو آهيان جو هُنن اهڙو ناياب ڪتاب اسان سنڌ واسين کي ڏنو آهي.

**يوسف سنڌي:**

حشُو ڪيولراماڻي کي اسين جينئس ان ڪري نہ ٿا چئون تہ ڪو هُن غير روايتي زندگي گذاري پر جينئس ان ڪري هو تہ هُن جي مستقبل

تي نظر هئي، هن پنجاهہ سٺ سال اڳ مستقبل جي حوالي سان پنهنجي لکڻين ۾ جيڪو منظر چٽيو اڄ اسان کي ائين ئي نظر ايندو. تمام گهڻ ماڻهو ڏور رس نگاهون رکندا آهن، حشو بہ انهن مان هڪ هو.

**آسي زميني:**

هن مهل احساساتي طور آئون عجيب ڪيفيت ۾ ورتل آهيان، جيڪا هن ڪان اڳ ڪنهن بہ ڪتاب کي پڙهندي تاريخ نہ ٿي هئي - "مهرباني ڪري مون کي ڪال نہ ڪجو آئون ڪجهہ بہ چوڻ کان لاچار آهيان!" اهي هئا ان وقت جا فوري احساس، جيڪي ڪتاب "حشو ڪيولراماڻي - نہ وسرندڙ شخصيت" پڙهڻ کان پوءِ مون فون ميسيج ذريعي مدد علي سنڌي ۽ موهن سان شيئر ڪيا هئا. حشو پنهنجي دور جو اُتم دماغ هو. تنهنڪري سندس زندگيءَ ۾ جيڪي ڪجهہ ٿيو سو عين فطري عمل هو- بقول لطيف سائين:

الا ڏاهي مَ ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن،
مون سين مون پرين، پورائيءَ ۾ پال ڪيا.
(شاهہ)

**عاجز منگي:**

سائين جي ايم سيد کي سنڌيت جي اڻانگي عشق جو درس ڏيندڙ مهان شخصيت حشو ڪيولراماڻي بابت پياري دوست مدد علي سنڌي جو لکيل ڪتاب "حشو ڪيولراماڻي نہ وسرندڙ شخصيت" پڙهڻ دوران منهنجا لُڙڪ لڙي پيا ۽ ان بعد سندس سنڌ سان عشق کي ياد ڪندي بار بار من اُداس، ڳنڀير ۽ دل پرجيو اچي. هن ڪتاب کي هر سڄاڻ سنڌيءَ کي لازمي پڙهڻ کپي تہ جيئن اهڙن عاشقن جي عشق جي سُڳنڌ پسي سگهجي.

ضميمو

# حشُو ڪيولراماڻي ـ هڪ چرڪائيندڙ ڪردار

ـ سوڀو گيانچنداڻي

جون 1941ع ۾ مان "لا ڪاليج" ۾ وڪالت پڙهڻ لاءِ داخلا ورتي. "ڪراچي اسٽوڊنٽ يونين" ۽ "سنڌ پراونشل اسٽوڊنٽس فيڊريشن" ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺڻ لڳس. ان وقت معلوم ٿيو تہ شاگردن ۾ بہ ڪميونسٽ خيالن وارا، موتي واسواڻي ۽ نارائڻ پيو ڪل وقتي ڪارڪن هئا ۽ هنن جو چڱو خاصو اثر وارو حلقو هيو. هن جماعت جو واسطو ڪميونسٽ پارٽي سان هو ۽ شاگردن ۾ حشو ڪيولراماڻي (جيڪو ان وقت جيل ۾ هو) جي خاص واڪاڻ هئي.

ٻي "ڪراچي اسٽوڊنٽس يونين" هئي، جنهن جو واسطو "آل سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن" سان هو ۽ ان جي اڳواڻي، سوشلسٽ ۽ نيم سوشلسٽ نوجوانن پئي ڪئي، پر شاگردن ۾ گهٽائي، حشوءَ جي پوئلڳن ۽ ڪميونسٽ خيالن وارن جي هئي.

مان ٿوري ئي وقت اندر "ڪراچي اسٽوڊنٽس يونين" جي معاملن ۾ وڏيڪ سرگرم ٿي ويس، جوان ۾ اسٽڊي سرڪل وغيره وٺڻ شروع ڪيم. سيپٽمبر 1941ع جي شروعات ۾ پتو پيو تہ حشو ڪيولراماڻي حيدرآباد جيل مان ڇٽي ڪراچي پهچڻ وارو آهي. ڪيس ٻن سالن جي سزا ان ڪري ڏني ويئي هئي جو هن هڪ پوسٽر انگريزي سامراج خلاف ڪڍرايو هو جنهن ۾ هندوستان جي نقشي مٿان، هڪ فوجيءَ جي تصوير

سان سندس بہ لانگ بوٽ چٽيل هئا ۽ هينان لکيو هو: Stop this March of Imperialism (سامراج جي پيشقدميءَ کي روڪيو) ڪورٽ ۾ ثابت ٿيو تہ پوسٽر جو مرڪزي خيال حشو ڪيولراماڻيءَ جو هو ۽ چيپيندڙ نسيم تلوي هو. جنهن اهو "بلوچستان جديد" جي پريس ۾ ڇپيو هو. ان ڪري ٻنهي کي سزا، ان پوسٽر ڪيس ۾ ملي. اها سزا ڪاٽي حشو ڪيولراماڻي ڪراچي پهچيَ رهيو هو. اسان سندس آجيان ڪرڻ لاءِ سندس پياءُ گوپ سان گڏجي صدر اسٽيشن تي ويا هئاسين، جتي ساڻس واقفيت ڪرائي ويئي. پوءِ اسان ساڻس گڏجي، سدنس گهر تائين ڳالهيون ڪندا آياسون. سندس گهر آرٽلري ميدان تي هو جتي سندس والد سان پڻ ملاقات ٿي. ڳالهين ڪندي حشوءَ مون کي روڪي رکيو تہ توسان وڌيڪ ڳالهيون ڪرڻيون آهن. ان ڪري ٻيا وڃن، پر تون ترسجانءِ.

حشوءَ جي هڪ خاص عادت هئي، تہ هو ٻئي کي ڳالهائڻ جو موقعو گهٽ ڏيندو هو ۽ سندس ڳالهہ ٻولهہ تقريباً هڪ طرفي هوندي هئي، جنهن کي One way traffic چئبو آهي. سندس ڳالهين مان معلوم ٿيو تہ، هن کي منهنجي باري ۾ ڪافي گلائون ۽ تعريفون پهچي چڪيون هيون ۽ هن منهنجو اندازو لڳائڻ پئي چاهيو. مان گهڻو وقت، پنهنجي پس منظر ۽ تعليم جي باري ۾ سندس سوالن جا جواب ڏيندو رهيس ۽ مون کي محسوس ٿيو تہ منهنجي، هن سان ڳنڍ خاص پختي ٿي ويئي آهي.

ٻئي ڏينهن تي، اسان جي "ڪراچي اسٽوڊنٽس يونين" جي آفيس ۾ هڪ ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ حشوءَ تمام سٺي تقرير ڪئي. هن جون اڪثر تقريرون، انگريزيءَ ۾ ٿينديون هيون، ڇو تہ ميٽرڪ هن سيلون مان ۽ وڌيڪ تعليم انگلينڊ مان حاصل ڪئي هئائين.

ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ "لا ڪاليج" ۾ هڪ اسٽرائيڪ ٿي، جنهنجو سبب مڪيہ طور مان ئي هيس. اها اسٽرائيڪ تي ڏينهن هلي ۽ اسان جي ناراضگي ۽ اختلاف احمد ميان سومري سان ٿيو هو. ان وقت الله بخش سومرو سنڌ جو وڏو وزير هو ۽ حشو ڪيولراماڻي هڪدم ڪيس مليو ۽ الله بخش مون کي پاڻ وٽ گهرائي احمد ميان سان ناهہ ڪرايو پر "لا

ڪاليج“ جي پرنسيپال، جنهن مون کي رسٽيڪيٽ ڪيو هو ان کان معافي وٺڻ لاءِ مان بلڪل تيار نه هوس. اسٽرائيڪ ڊيبيگهه ڪاڍي، الله بخش سومرو منهنجي ۽ پرنسيپال جي وچ ۾ ٺاهه لاءِ مختلف فارمولا تجويز ڪندو رهيو پر مان ڪنهن به ڳالهه مڃڻ لاءِ تيار نه هئس.

اڌ رات جو حشو ڪيولراماڻي مون وٽ آيو ۽ چيائين ته، ”اسٽرائيڪ سياڻي ڪيئن به ڪري ختم ڪيو ڇو ته هڪ ته ڇوڪرا ٿڪجي پيا آهن ۽ ٻيو ته جرمني روس جي اندر ڪاهي پيئي آهي. دنيا جي قسمت جو فيصلو روس جي برفاني ميدانن ۾ ٿي رهيو آهي ۽ تون هتي، پنهنجي ننڍڙي انا ڪنيون الله بخش سومري کي بدنام ڪري رهيو آهين.“

مان سندس بدليل رخ کي سمجهي، ٻئي ڏينهن ٿي الله بخش جي ٺاهه جو فارمولو قبولي، وچي پرنسيپال کي وٺي، الله بخش جي بنگلي تي آيس، جتي اسان کير ڪنڌ ٿي وياسين ۽ اسٽرائيڪ ختم ٿي ويئي.

آڪٽوبر جي موڪلن ۾، حشوءَ مون کي پاڻ سان ڪنيو ۽ حيدرآباد، نوابشاهه، سکر، شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي جي اسٽوڊنٽس يونين (جن سان سندس لاڳاپو هو) سان واقفيت ڪرايائين ۽ مان رڪاچي کان ٻاهر جي شاگرد اڳواڻن کان واقف ٿيس. لاڙڪاڻي مان ٿي هو منهنجي ڳوٺ ”ٻنديءَ“ ۾ به ڏينهن رهيو. اهي ٻه ڏينهن، اسان جون سڄي دنيا جي اديبن، دانشورن ۽ تحريرن متعلق ڪچهريون ٿيون ۽ هن شانتي نڪيتن ۽ ٽئگور متعلق گهڻي پُڇ پُڇ ڪئي. موڪلائڻ وقت، مون کي چيائين ته. ”مان انهن ڪميونسٽن مان آهيان، جي سڄي عمر ڪميونزم لاءِ وڙهندا آهن، پر جيڪڏهن ڪميونزم آيو ته ان حڪومت هيٺ نه رهندا.“

(I shall live for communism. I shall die for communism, but I shall not live under communism)

حشوءَ مون ۾ هڪ ٻي ڳالهه به مشترڪ هئي ته، اسان اسٽالن جي انڌاڌنڌ پوڄا نه پئي ڪئي ۽ سنڌس باري ۾ هڪ اوپن مائينڊ پئي رکيو.

ڪراچي موٽي اچڻ تي، حشوءَ مون کي چيو تہ هاڻ تون "سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن" جو جنرل سيڪريٽري آهين. ڇو تہ مان سيني شهرن جي اسٽنڊنٽ يونين جي ليڊرن سان صلاح ڪندو آيو آهيان."

مون کي، ان نامزدگي تي عجب لڳو ۽ اعتراض بہ ڪيم. پر هن چيو تہ "بس اسان وٽ ائين ئي ٿيندو آهي". اهڙي طرح مان سڄي سنڌ جي فيڊريشن جو جنرل سيڪريٽري بنجي ويس.

فيبروري 1942ع ۾ پٽنا ۾ "آل انڊيا اسٽوڊنٽس فيڊريشن" جي ڪانفرنس ٿي ۽ مان سنڌ جي ڏهن شاگردن جو هڪ وفد وٺي اتي پهتس. ان ڪانفرنس ۾ اهو طئي ڪيو ويو تہ جنگ جي نوعيت بدلجي ويئي آهي ۽ جنگ "سامراجي جنگ" مان پري "عوامي جنگ" جو روپ اختيار ڪري چڪي آهي.

ڇو تہ جرمنيءَ جي روس مٿان حملي جنگ جي رخ کي ڦيرائي ڇڏيو هو. هيءَ ڳالهہ اسان جي قومي جذبات جي خلاف هئي، پر عقل ۽ دماغ ان منطق کي قبول ڪرڻ لاءِ مجبور هئا. اسان تہ اهو نعراءُ قبول ڪري، اچي ڪراچي رسياسون، پر هتي بغاوت شروع ٿي ويئي هئي. ڇو تہ ڪانگريسي ۽ سوشلسٽ لاڙا رکندڙ شاگردن جي اڪثريت ان منطق کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو. حشو ڪيولراماڻي پڻ ان بہ ڇتائيءَ جو شڪار هو ۽ ان سياسي بہ واٽي تي پهچي هو بمبئيءَ هليو ويو.

بمبئيءَ مان موٽ هن ٻن سالن بعد ڪاڏي. مان آگسٽ 1942ع واري "ڪئٽ انڊيا تحريڪ" ۾ ڏيڍ سال نظربند ڪاٽي، جولاءِ 1944ع ۾ ٻاهر آيس ۽ هڪدم ٽريڊ يونين تحريڪ ۾ شامل ٿي ويس. هڪ ڏينهن اوچتو حشو مون وٽ آيو ۽ مون کي چيائين تہ "هل تہ توکي سٺي ڪافي پيئاريان" مان ساڻس گڏجي صدر ۾ ڪافي هائوس تي ويس ۽ هن مون کي هميشہ وانگر هڪ طرفو حال احوال ۽ ليڪچر ڏنو. هن مون کي ٻڌايو تہ نہ هو "ڪئٽ انڊيا تحريڪ" ۾ شامل ٿي پئي سگهيو ۽ نہ ئي وري، ان کان پري رهي ٿي سگهيو. بمبئيءَ ۾ هن پارٽي آفيسن ۾ خاصو بحث مباحثن ۾ وقت گذاريو هو ۽ ٻئي طرف هڪڙو هاءِ پاورڊ معاشقو پنهنجي

پراڻيءَ هم ڪلاسي ڇوڪريءَ سان ڪندو رهيو هو. پر شادي ڪرڻ جي ڳالهه ڪان، هو ونءُ پي ويو ۽ ڇوڪري ساڻس بنا شاديءَ جي عشق ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئي. اها بہ چٽائي، سندس ذاتي ۽ سياسي زندگيءَ جو خاصو هئي.

پاڪستان ٺيڻ شرط، حشو هڪ هفتيوار اخبار انگريزيءَ ۾ ڪڍي، جنهن ۾ هن سيڪيولر ۽ سوشلسٽ نظرين کي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان سلسلي ۾ هو جناح سان مليو ۽ ڪراچيءَ جي ايڊمنسٽريٽر هاشم رضا ۽ ڊپٽي ايڊمنسٽريٽر مسعود (کدر پوش) سان بہ ملاقاتون ڪيون.

اسان اپريل 1948ع ۾ گرفتار ٿي ڪراچي جيل ۾ پهتاسون ۽ حشو هڪ سال پوءِ 1949ع ۾ گرفتار ٿي آيو. جيل ۾ هڪ وارڊ ۾ هئاسون تہ هڪ ٻئي ۾ تمام گهٽيون ڪچهريون ٿيون. هن ٻڌايو تہ بہ ٽي مهينا سن ۾ رهي هن ”سنڌ اسٽرگلس فار فريڊم“ جي نالي سان جي ايم سيد جو ڪتاب ”نئين سنڌ لاءِ جدوجهد“ ترجمو ڪيو هو ۽ سندس چوڻ هو تہ حڪمران سنڌين کي ”ريڊ انڊين“ ٿا سمجهن.

اسان ٻئي ان راءِ جا هئاسين ۽ رهياسين تہ سنڌي ”ريڊ انڊين“ ٿي نٿا سگهن، ڇو تہ اسان جي تهذيب ايڏي وڏي ۽ پراڻي آهي، جنهن جاءِ تي پهچڻ لاءِ اسان جي نون آيلن کي وقت لڳندو. حشو چوندو هو تہ ”يوپيءَ جي هندن ۽ مسلمانن، پنهنجو مسئلو پنهنجي مٿي جو سور ڪڍي، پاڪستان موڪلي ڇڏيو آهي ۽ اج جي حالتن ۾ ائين پئي لڳو تہ هاڻي جيڪي پارٽ مان ڏڪجي ايندا، سي اسان جي لاءِ اجا مٿي جو سور وڏيڪ پيدا ڪندا! ڇو تہ جنهن بنياد تي، هي ملڪ ٺهيو آهي ان بنياد تي دنيا ڀر جا لوڏيل مسلمان هتي اچي سگهن ٿا.“

ان وچ ۾ جيل اندر خبر ملندي رهي تہ حشو هندستان ۾ هڪ اخبار Hindustan Standard ۾ ”پاڪستان ايڪسريڊ“ جي عنوان هيٺ مضمون لکڻ شروع ڪيا هئا. جن ۾ پاڪستان جي سياست تي خاص روشني وڌي هئائين، اهڙي جاڻ، جنهن ڪان اسان ملڪ ۾ رهندي بہ

ناواقف هئاسون. 1951ع ۽ 1952ع کان وٺي، اهو سلسلو 1956ع تائين قائم رهيو ۽ حشو ڪيولراماڻيءَ ڪي دهليءَ ۾ پاڪستان جي اندروني معاملن جو ڄاڻو ليکيو ويندو هو.

ڪرشنامينن، جيڪو ڀارت جو پرڏيهي ۽ بعد ۾ بچاءُ کاتي جو وزير هيو، تنهن کان جي ايم سيد جڏهن پڇيو ته "حشوءَ ڪي سڃاڻو؟" ته ڪرشنامينن چيو ته "اهو ننڍڙو ماڻهو جيڪر چوندو آهي ته سنڌي هڪ قوم آهن."

حشو ڀارت ۾ هڪ ڪامريڊ ڇوڪري جيڪا وِڌوا (بيواهه ٿي چڪي هئي) سان شادي ڪئي ۽ ان مان ڪيس هڪ پٽ ٿيو جيڪو خاصو وڏو آرٽسٽ آهي.

1967ع ۽ 1968ع کان پوءِ، حشوءَ تي ويراڳ جا دورا پوڻ لڳا ۽ هو ڪيترا مهينن جا مهينا، ڪڏهن ڀوپال ۽ ڪڏهن بمبئي ۽ ڪولهاپور ۾ ٻين هنڌن تي گذارڻ لڳو. دوستن جي چوڻ مطابق ته هو اوچتو ئي اچي پرگهٽ (ظاهر) ٿيندو هو ۽ اوچتو ئي هليو ويندو هو.

1972ع بعد مون کي، هڪ پوسٽ ڪارڊ مليو ۽ پوءِ معلوم ٿيو ته اهڙا خط هن ٻين دوستن کي به لکيا هئا. خط جو مضمون اهو هو "دوست! عجب نه ڪائج، جيڪڏهن تون مون کي هڪ ڏينهن پاڻ وٽ ڏسين، مان واپس ايندس." اهڙا خط هن مون کي، جي ايم سيد کي ۽ ٻين ڪيترن دوستن کي لکيا. تنهن بعد سنڌس ڪو پتو ڪونه پيو ته هو ڪاڏي ويو؟ ڀارت ۾ سندس گهر، دوستن ۽ اديبن سان به 1975ع کان پوءِ هن جو ڪو مُڪاميلو ٿيل نٿو ٻُڌجي.

حشوءَ جهڙا ماڻهو ورلي پيدا ٿيندا آهن. سندس باري ۾ جيڪي ڪجهه دوستن کي معلوم هجي ته اهو گڏ ڪيو وڃي. سنڌ جي ترقي پسند تحريڪ تي حشوءَ جي گهري ڇاپ آهي.

(روزانه "عوامي آواز" 27 ڊسمبر 1990ع)

# حشُو ڪيولراماڻي

- هريش واسواڻي

حشو ڪيترن ڏينهن کان ڪونہ آيو آهي. حشو جڏهن اچي وڃڻ لڳندو آهي تڏهن دل ٿيندي آهي هو وري نہ اچي. پر جڏهن نہ ايندو آهي تہ ارڏچيتن ۾ سندس اچڻ جو انتظار رهندو آهي. حشوءَ جو ڏياري ڪارڊ سامهون آهي. جنهن تي هٿ سان هن Season's Greetings لکيو آهي. ائڊريس ۾ بہ عهدا، بہ ادارا، بہ شهر. ائڊريس حشوءَ جي ڪردار جي ترجماني ٿي ڪري، پر ان کان بہ وڌيڪ انگريزيءَ ۾ لکيل سندس هيءُ سنديش: اُميد تہ اوهين سڀ ان چيتي تي سوار ڪونہ آهيو جنهن سان ٻڌ غائب ٿي ويو. پنيان ان راڪاس کي ڇڏيندي، جنهن جي جنس اڃا تائين طئہ نہ ٿي سگهي آهي!

حشو جيڪو هو اهو حشوءَ ڪونہ وساريو آهي، اسان کان وسري ويو آهي. حشو جيڪو آهي، اُهو حشوءَ کي ياد ڪونهي پر اسانکي آهي. ان هوندي اِج بہ هو ايترو خود ۾ مخمور آهي جو پاڻ کي مئنيج ڪرڻ جي موڪل ڪنهن کي ڪونہ ٿو ڏئي. نہ پٽ کي، نہ ڌيئرن کي، نہ عزيزن کي، نہ دوستن کي. ڳالهين دؤران پٽ لاءِ فخر، ڌيئرن لاءِ نينهن سندس لائيٽر جيان ٻري اُٿندو آهي. اديب دوستن جا داستان سندس لبن تي هر گهڙيءَ موجود هوندا آهن. ٻڌي احساس ٿيندو آهي تہ حشو اندر ڪيترو اڪيلو آهي. حشو انڪري وڌيڪ اڪيلو آهي، جو ڪانئس ڪجهہ وسري نٿو. نہ ڪتاب، نہ رسالا، نہ شخصيتون، نہ وارداتون، نہ تواريخ، نہ حوالا. انهن سيني جي پيڙ ڪيس وڌيڪ ويچارو ٻڻائي ويندي آهي. وري انهن سيني سان پنهنجو لاڳاپو ڳولهيندي جڏهن سندس پيڙا وڌي ويندي آهي تڏهن

هو هر ڪتاب، هر شخصيت، هر واردات تي ’حشو‘ سپر اِمپوز ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، جيئن حشوءَ جو وجود بي معنيٰ نہ ياسي.

حشو هن وقت پنهنجي عادتن ۾ دلچسپين ۾ پوري طرح پرولوتريت آهي يا ٿيڻ لاءِ مجبور ٿيو آهي، پر ڪڏهن بہ غير سليقيدار ڪونہ ٿو لڳي. پهرين جڏهن هت آيو ـ نئين ڪٽ جي ڪاردراءِ جي پئنٽ، مئچنگ تي شرٽ، خاص چمپل، اڇڙو سنهڙو ڊگهيرڙو حشو ڏاڙهي ٿوري وڌيل، ٻري ٻري نہ وسامندڙ اکيون، نفاست ۾ نفسيات جو گڏيل اثر ڇڏيندڙ چپن تي سگريٽ، شولڊر بئگ ۾ ڏاردار انگريزي. دوشت جل وارين ندين جو وهڪرو ايترو تيز نہ رهيو آهي، جيترو تيز حشوءَ جي انگريزيءَ جو وهڪرو آهي. ان چاڻ جي ڪارگر هئڻ جي بہ ڪيس چاڻ آهي.

حشوءَ جون ڳالهيون ٻڌي ترت لڳندو تہ خوديءَ ئي ڪيس بيخود بڻايو آهي. پر انجي پٺيان خودداريءَ جي ڪيڏي وڏي ديوار هوندي، ان ڳالهہ جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ ڪنهن ڪيس هتي پل وچان حشو آڏواٽي سمجهيو. حشو ان سجاٽپ جي چوڪ ڪي ڪڏهن معاف نہ ڪري سگهيو. حشوءَ ڪي پنهنجي نالي، ڳوٺ، خاندان ۾ سنڌ تي زبردست ناز آهي پر هئي پل ئي هو هڪ ئي ڦوڪ سان سڄي دز ڪي اُڏائي ٿو ڇڏي، سيني ڪي بي پائيدار اتفاق مڃيندي، اهو چوندي تہ ڪابہ ولديت ڪابہ معنيٰ نٿي رکي.....

موجوده حالت ۾ حشو ڪڏهن ڪڏهن حسابي لڳندو آهي. پنهنجي ضرورتن بنسبت پوري طرح جاڳرت هوندو آهي. رٿائتي نموني اڳتي وڌندو آهي. ضرورت پوري ٿيڻ تي مٺي زبان درازي ڪرڻ بہ ڪونہ يلجندو آهي پر ترت ئي ڪيس هئي جي ناچيزي سمجهہ ۾ اچي ويندي آهي ۽ بروقت ڪيس حشو ٿيڻ جو هوش اچي ويندو آهي.

حشو هر وقت پاڻ سان عقل پرستيءَ جي وڳي جو بار ڪڻي گهمندو آهي، پر سندس من ۾ عام انسان جي ننڍين ننڍين خوشين، مستين ۽ بي پرواهين لاءِ لڪل ايرڪا هوندي آهي، بلڪ هو انهن جو حصو بڻجڻ چاهيندو آهي. مٿاڇري تي ارٿ هيڻ لڳندڙ زندگيءَ جي پٺيان لڳندو

آهي، وٽس ڪا اٽپوري مشن آهي، جنهن کي هو ڳولهيندو ٿو وتي.
ڪڏهن شهر ۾ ڪڏهن رڻ ۾، ڪڏهن مهانگري انسانن جي نون طور
طريقن ۾، ڪڏهن ڪچي ڳوٺاڻن جي لوڪ ريتين ۾. ڏسي، چيد ڪرڻ،
پوءِ ان کي ڇيهون ڇيهون ڪري وري باقي سڀ ۾ ڦٽو ڪرڻ، هلائي
ملائي ان کي اصلوڪي بيهڪ ڏيڻ جو حشوءَ جو انداز هڪ سناتن
چڪر جو احساس ڏياري ويندو آهي.

حشوءَ جون بهترين ۽ بدترين ساعتون اُهي آهن جنهن وقت هو
تيش ۾ ٿو رهي. درياهه جنهن کي نه ڇيڙو آهي نه ڇوڙ آهي، حشو اگسته
منيءَ وانگر واڪا ڪري انکي به وجهڻ جي ڏمڪي ڏيندو نظر ايندو آهي.
ان وقت سندس اکين ۾ هڪ تيلي ٻري رهي هوندي آهي. پر اندر جو ڪو
هلڪو ئي جهونڪو جڏهن سندس تيلي وسائي ڇڏيندو آهي، تڏهن
سندس پلڪن کي خط استوا ڏار ڪري ڇڏيندي آهي ۽ لڳندو آهي ته هو
صرف واريءَ سان وڙهندي سهڪي رهيو هو....

هڪ دفعي چيائين تين جنگ بم ۽ ائٽمي هٿيار ڪونه آڻيندا.
جهوپڙيون ۽ فٽ پاٿ آڻيندا، انهن کان ڊڄڻ کپي. مان جيڪر چاهيان
دنيا ايڏي گهٽ گنڀير ٿي وڃي، جو ڪيس حشوءَ جي ڳالهه ۾ سنجيدگي
نظر اچي.

(هريش واسواڻيءَ جي مضمونن جي ڪتاب "ڏارا" مان ڪنيل،
جيڪو هُن رچنا ـ 21 آديپور، 1984 ۾ لکيو هو)



## پبليڪيشن جي ڇپايل ڪتابن جي فهرست

9_ربي چيمبر، حيدرچوڪ، حيدرآباد فون: 022_2728541

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| (1) | ميرا درد (اردو شاعري) | لال چند لال | (ختم ٿيل) |
| (2) | پپِهريءَ جا ٻہ پل (آتم ڪٿا) | ريٽا شهاڻي | (ختم ٿيل) |
| (3) | بارش سوچي ٿي (نثري ٽُڪرا) | ايوب کوسو | (ختم ٿيل) |
| (4) | جمال ابڙوءِ جديد.... (مونوگراف) | ادريس جتوئي | _/100 روپيا |
| (5) | آنسو (اردو شاعري) | لال چند لال | _/120 روپيا |
| (6) | رشتن جو رقص (ڪهاڻيون) | ريٽا شهاڻي | (ختم ٿيل) |
| (7) | زندگي هڪ وار وري (شاعري) | شريڪانت صدف | _/150 روپيا |
| (8) | ميگهہ ونس اتهاس (تاريخ) | تيرٿداس اُميداڻي | _/300 روپيا |
| (9) | ڪلجُڳ جو ڪاپڙي (شخصيت) | ليکراج ڪي. راماڻي | (ختم ٿيل) |
| (10) | ويد اُپديش (اردو) (مذهب) | تيرٿداس اُميداڻي | _/50 روپيا |
| (11) | ڪوتا ـ ڦُلواڙي (شاعري) | ولي رام ولڀ | _/200 روپيا |
| (12) | ٽانڊن مٿي ٿهڪ (شاعري) | منصور ملڪ | _/120 روپيا |
| (13) | آلا نيڻ بهارن جا (شاعري) | فياض ڏاهري | (ختم ٿيل) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| (14) | در ڪُليو ئي رهيو (ريڊيائي افسانا) | امين ارباب | -/150 روپيا |
| (15) | صاحبوا (اردو شاعري) • | دانش مهدي | (ختم ٿيل) |
| (16) | سڄاڻ جون سمرتيون (يادگيريون) | ريتا شهاڻي | _/120 روپيا |
| (17) | سنڌو لڪت جي ياچ (تاريخ) | عطا محمد ڀنڀرو | (ختم ٿيل) |
| (18) | ووڙيم سپ وٿاڻ (مهر جوئي) | اشتياق انصاري | (ختم ٿيل) |
| (19) | ياڻ هُرتڙيون مايون (ناول) | گوبند خوشحالاڻي | _/120 روپيا |
| (20) | ٻارن جون بيماريون (ميڊيڪل سائنس) | ڊاڪٽر بشير احمد | _/50 روپيا |
| (21) | ڊسمبر جي اڪيلائي (شاعري) | بخشل باغي | _/130 روپيا |
| (22) | جيجي (فن ۽ شخصيت) | مرتب: نصير مرزا | (ختم ٿيل) |
| (23) | فاتح ڪربلا (تاريخ) | ترجمو: حسين بخش لغاري | (ختم ٿيل) |
| (24) | اوُر گُنگنائون اُسي (اردو شاعري) | شاهد قريشي | _/160 روپيا |
| (25) | سمي صحرا, سمي دريا (نثري مضمون) | مرتب: آزاد انور ڪانڊڙو | _/200 روپيا |
| (26) | منڙا ياءِ (ڪهاڻيون) | ولي رام ولڀ | _/180 روپيا |
| (27) | چلي گئي وه آڪر يهي (اردو شاعري) | شاهد قريشي | _/160 روپيا |
| (28) | Globalization viz a viz Pakistan | Prof. Fakhrunisa Talpur | _/80 روپيا |
| (29) | (Reviews) The Glorious Past | Dr. Kazi Khadim | _/400 روپيا |
| (30) | چا لاڙ سڄي ۾ آهي امن!؟ (شاعري) | ابراهيم ڪوسو | _/100 روپيا |
| (31) | آئرويدڪ آسان علاج (صحت) | ترجمو: ڪيمپال شرما | (ختم ٿيل) |
| (32) | گيتا ٻوڌ (ڌرمي پُستڪ) | مهاتما گانڌي | _/60 روپيا |
| (33) | بوتيڪ ڪان بيڊ روم تائين (ڪهاڻيون) | اڪبر سومرو | _/150 روپيا |
| (34) | تي نہ سگهيس شاعر (شاعري) | نصير مرزا | _/150 روپيا |
| (35) | ٻتڪي ويل سپنا (ناول) | عزيز ڀنڀرو | _/175 روپيا |
| (36) | ميري شاعري ميري صليب (اردو ۾) | شيخ اياز | _/75 روپيا |
| (37) | شهيدن جي علمدار (بينظير ٻتو تي شاعري) | قاضي اياز مهيسر | (ختم ٿيل) |
| (38) | انيس انصاري: فن ۽ شخصيت (شخصيت) | اشتياق انصاري | _/200 روپيا |
| (39) | گهاريل گهڙيون (آتم ڪٿا) | عبدالحميد ميمڻ | _/250 روپيا |
| (40) | شاهہ جو گنج شاهہ لطيف جا بيت) | سهيڙيندڙ: سگهڙ الهداد جنجهي | _/1000 روپيا |
| (41) | ڪويءَ جي ڪٿا (آتم ڪٿا) | سوز هالائي | _/250 روپيا |
| (42) | مٽيءَ ۾ ملاوٽ (ڪهاڻيون) | قاضي خادم | _/200 روپيا |
| (43) | وِڪريل ماڻهو (ناول) | فاروق سولنگي | _/250 روپيا |

(44) اڪڙيون ڏيل ڏيئا (شاعري) عامر سيال 150/_ روپيا

(45) اڪٽ ڪهاڻي ـ ڪبير (ناول) ريتا شهاڻي 140/_ روپيا

(46) سفر در سفر (سفرنامو) ريتا شهاڻي 250/_ روپيا

(47) اڙڪا پنڌ پيار جا (ناول) ڪلا پرڪاش 150/_ روپيا

(48) سامي سِچ وڙاءِ (ناول) مراد علي مرزا 300/_ روپيا

(49) اُجهاميو ہرن (ڪهاڻيون) ماڪن شاهہ رضوي 250/_ روپيا

(50) سنڌو تهذيب ۽ سنڌو ڏرم جا..(تاريخ) عطا محمد ڀنڀرو 250/_ روپيا

(51) منهنجي ڪهاڻي ڪجهہ نئين (آتم ڪٿا) گڻيش ٻالاڻي 130/_ روپيا

(52) شهر جي ڳالهہ (ناول) اڪبر سومرو 250/_ روپيا

(53) گورک:فطري حُسن جو تفريحي ماڳ(سياحت ۽ تاريخ)اشتياق انصاري 240/_ روپيا

(54) دل جي دفتر مان(ساروڻيون) قاضي خادم 450/_ روپيا

(55) سائل ڪوش (سنڌي ـ سنڌي لغت) پروفيسر ستر امداس سائل ـ650/ روپيا

(56) چنڊ، سمنڊ ۽ پٿر اکيون(شاعري) سليمان سولنگي (ختم ٿيل)

(57) وچڙي ويل زندگي(شاعري) گلشن لغاري 150/_ روپيا

(58) ائين ڇلا ڪيئن هوندو؟(مضمون) عبدالقادر جوڻيجو 140/_ روپيا

(59) ساروڻيون (يادگيريون) قاضي خادم 350/_ روپيا

(60) چنڊ چهرا (خاڪا) ماهتاب محبوب 250/_ روپيا

(61) سچ جي ڳولا( تصوف ۽ انسانيت) تيڪم متائي 150/_ روپيا

(62) هلي ڏسجي هندوستان(سفرنامو) الطاف شيخ 450/_ روپيا

(63) ويجها ٿيا وصال ڪي(شاعري) غلام محمد جنجهي 275/_ روپيا

(64) ڪوڪيئن چوي ڪوڪيئن چوي امر جليل ترتيب: مختيار احمد ملاح ـ300/ روپيا

(65) پيار جي هڪ ہي صدي(ناريلا، ڪهاڻيون ۽ تاثر) رفيق سومرو 250/_ روپيا

(66) Gorakh: Beautiful Resort of Sind (Trourism) Ishtiaq Ansari 300/- روپيا

(67) اندر روحَ رهيام (يادگيريون) قاضي خادم 350 /_ روپيا

(68) سنڌ جون ڍنڍون(تاريخ، سياحت ۽ ماحوليات) عزيز رانجهاڻي (ختم ٿيل)

(69) اندر اُج اُڪير(شاعري) اسير ڏاهري 150/_ روپيا

(70) فاني جڳ لافاني ماڻهو (سوانحي خاڪا) حميد سبزوئي 250/_ روپيا

(71) جوئي آهيان سوئي آهيان ـ امر جليل ترتيب: مختيار احمد ملاح ـ300/ روپيا

(72) رُوبرو (جيون سنڀنڌي مضمون) ريتا شهاڻي 150/_ روپيا

(73) سنت تريڪم صاحب (ڏرمي چارٽ) سهيڙيندڙ: راڻا رام چوهاڻ ـ100/ روپيا

| | | | |
|---|---|---|---|
| (74) | پترڻ جون پُڪارون (شاعري) | ع.غ. تبسم | -/200 روپيا |
| (75) | رابيل مُڪڙي (نثري ٽڪرا) | محمد انور بلوچ | -/180 روپيا |
| (76) | رِڻ تي چانڊوڪي (شاعري) | ايوب کوسو | -/200 روپيا |
| (77) | خوبصورت ادبی چہرے (ادبی شخصیات) | محمد تقی راجپوت | -/200 روپيا |
| (78) | پير اچا مون پنڌ ۾ (يادگيريون) | قاضي خادم | -/500 روپيا |
| (79) | لڙيو پئي لاڙ تان سورج (اسٽوريز) | امين ارباب | -/150 روپيا |
| (80) | اُوچا پنڌ پهاڙ جا (آتم ڪٿا) | عبدالستار ڪورائي | -/200 روپيا |
| (81) | عُمر اوني اباڻن جا (خاڪا) | عزيز گوپانگ | -/300 روپيا |
| (82) | جهڙو ساڻ سُڳنڌ جو (شخصيت) | مرتب: موهن مدهوش | -/750 روپيا |
| (83) | خواب اکين ۾ پلجن (شاعري) | اسير ملاح | -/200 روپيا |
| (84) | ڳالهڙيون ڪُتيون ناهن (يادگيريون) | قاضي خام | -/500 روپيا |
| (85) | ديس نماڻو ارڏا ماڻهو (ڪالم) | محمد انور بلوچ | -/180 روپيا |
| (86) | زيرِ عِشق بيشِ حُسن (خاڪا ۽ تاثر) | عزيز گوپانگ | -/250 روپيا |
| (87) | ريتا شهاڻي - سنڌ هند جي ڪهاڻي (شخصيت) | مرتب: موهن مدهوش | -/300 روپيا |
| (88) | هٺ يوگي (ناول) | تارا ميرچنداڻي | -/300 روپيا |
| (89) | ادب جا معيار ۽ سنڌي ادب (تنقيدي مضمون) | هيرو شيوڪاڻي | -/250 روپيا |
| (90) | علمِ عروض (شاعري فن جو گيان) | سترامداس 'سائل | -/80 روپيا |
| (91) | سنڌ هيرن کاڻ (خاڪا) | رسول بخش درس | -/250 روپيا |
| (92) | سنڌ جون سون ورنيون دليون (هندو ليڊڪ) | پروفيسر عبدالستار بلوچ | -/350 روپيا |
| (93) | سنڌ ۽ پاڪستان جو رياستي نظام (تحقيق) | قاضي فضل سليمان | -/350 روپيا |
| (94) | حياتِ ڪوثر (آتم ڪٿا) | مرزا علي بخش ڪوثر | -/100 روپيا |
| (95) | آڇپي جي اُجري باک: محمد ابراهيم جويو | تاج جويو | -/150 روپيا |
| (96) | رقص منهنجي روح جو (شاعري) | سجاد مهر | -/200 روپيا |
| (97) | شاهه جو رسالو (بمبئي وارو ڇاپو) | ڪلياڻ آڏواڻي | -/600 روپيا |
| (98) | سعودي سعادت (حج جو سفرنامو) | محمد خان جروار | -/200 روپيا |
| (99) | ايلشبا (ناول) | محمد انور بلوچ | -/200 روپيا |
| (100) | پونا ايڪسپريس (سفرنامو) | موهن مدهوش | -/350 روپيا |
| (101) | پکا ۽ پنهوار ننڍي مون ڏينهن ٿيا (سنڌ جو سفرنامو) | وينا شرنگي | -/250 روپيا |
| (102) | اُساٽ (ناول) | هري همٿاڻي | -/150 روپيا |
| (103) | پوءِ بہ چند ڪيلو (شاعري) | زبير سومرو | -/300 روپيا |

(104) تي نندا ناول (ناول) — موتيلال جوتواڻي — 200/_ روپيا

(105) ياد ياد هڪ زندگي (يادگيريون) — قاضي خادم — 300/_ روپيا

(106) ڪڏهن بهار تہ ڪڏهن خزان (ڪهاڻيون) — تارا مير چنداڻي — 400/_ روپيا

(107) ادبي سفر (مضمون، مقالا، افسانا ۽ شاعري) — قاضي خادم — 400/_ روپيا

(108) وڃايل وارث (ناول) — ايوب ڪوسو — 250/_ روپيا

(109) پهرين جنوري (ڪهاڻيون) — انور ابڙو — 250/_ روپيا

(110) اُجهاميو ٻران (ناول) — ظفر جوڻيجو — 300/_ روپيا

(111) هاءِ وي (شاعري) — موهن همٿاڻي — 300/_ روپيا

(112) حشو ڪيولراماڻي: ..شخصيت (2 ڇاپو) — مدد علي سنڌي — 200/_ روپيا

(113) ادبي سفر-ڀاڱو ٻيو (پيش لفظ مهاڳ، تنقيد) — قاضي خادم — 400/_ روپيا

(114) گِنان شناسي (تحقيق: اساسي سنڌي ادب) — ڊاڪٽر غلام علي الانا — 500/_ روپيا

(115) درد جو سفر (ڪهاڻيون) — عزيز ڪينجهراڻي — 250/_ روپيا

(116) برف سي لڙڪي (اردو شاعري) — جاويد سوز هالائي — 150/_ روپيا

(117) سنڌي لکت جا اصول (تعليم) — پروفيسر رستم خاصخيلي — 130/_ روپيا

(118) لڇمڻ ڪومل جا خط (خط) — مرتب: رڪيل مورائي — 150/_ روپيا

(119) هئنگ اوور (شاعري) — فياض ڏاهري — 200/_ روپيا

(120) نجم عباسي: جديد انقلابي فڪر جو ترجمان (تحقيق) — ڊاڪٽر ريحانہ نظير — 700/_ روپيا

(121) هڪ مهمان ڇوڪري (ناول) — انور ابڙو — 300/_ روپيا

(122) جِتي سنڌي اُتي سنڌ (پروفائيل) — ذوالفقار هاليپوٽو — 300/_ روپيا

(123) ڪتابِ زندگيءَ جا ورق (آتم ڪٿا) — پروانو ڀٽي — 450/_ روپيا

(124) اوڙاهہ (ناول) — غلام نبي مغل — 750/_ روپيا

(125) ڏرتي ڏڪاڻا (ڪهاڻيون) — علي بابا — 300/_ روپيا

(126) آدرشي ناريون (عورت شخصيتون) — ارجنداس بي. ٽارواڻي — 200/_ روپيا

حشو ڪيولرامائڻي نه وسرندڙ شخصيت

مدد علي سنڌي

مان پاڻ کي ايترو قابل نہ ٿي پايان جو هن شير دل جي شيوائن جو ذڪر ڪريان. پر دل ۾ هڪ وڏو زخم، ناسور جيان پيڙا ڏيئي رهيو آهي تہ ڪيئن اسان، بي رحم، بي شاخ بڻجي هڪ ذهين انسان کي زندگيءَ جي ڪٺور امتحان ۾ اڪيلو لڙهڻ لاءِ ڇڏي ڏنو.

حشو نهرو پريوار جي ايترو تہ ويجهو هو جو هو نهرو جي پرائيم منسٽر بڻجڻ کان پوءِ ڪنهن بہ وقت، ڪنهن بہ اپائنمينٽ وٺڻ کان سواءِ نهروءَ جي گهر وڃي سگهندو هو. نهروءَ کان پوءِ هن جو ساڳيو رشتو اندرا گانڌيءَ سان بہ هلندو آيو. اندرا هن کي دادا ڪري ڪوٺيندي هئي.

حشُو اگر چاهي ها تہ آزاد ڀارت ۾ ڪنهن بہ وڏي عهدي تي ويهي عيش جي حياتي گذاري سگهي ها. پر هن سرڪار کان ڪو بہ فائدو نہ ورتو پنهنجي سنڌي جاتيءَ جي سنڌي ٻولي ۽ سنڌيت بچائڻ لاءِ سنڌين جي اڳواڻي ڪئي.

گيتا راج



ISBN: 978-969-9329-71-5

Rs. 200-00

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو.
70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي
دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري
ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ،
ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽
وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان
”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جيِ
دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي
وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري
تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا
پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ
ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا.
جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٻارَن کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)